# غدار

کرشن چندر / ولی رام ولیپ







# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهہ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

کرشن چندر

جو ناوليٽ

# غدار

سنڌيڪار

ولي رام ولڀ

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1990ع

(جملي حق واسطا محفوظ)

---

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

ڇاپيندڙ: جمالي پرنٽنگ پريس، مدينه مارڪيٽ
ڪاڏي ڪاتو، حيدرآباد

ملهه - 25-00

Soorih Mirani

# پهرئين ڇاپي جو مهاڳ

هڪ سوال جي جواب ۾ ڪرشن چندر چيو هو: منهنجي ڪاميابي جو راز شايد ان ڳالهه ۾ پوشيده آهي جو مان پنهنجين تخليقن ۾ موجوده مسئلن کي کڻندو آهيان ۽ انهن مسئلن کي سادي نموني پڙهندڙن آڏو پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان، جيئن رواجي پڙهندڙن کي به ڪهاڻي سمجهه ۾ اچي سگهي.

ڪرشن چندر جي غير معمولي مقبوليت ۽ عالمگير شهرت جو سڀ کان وڏو سبب به اهو ئي آهي جو هو پنهنجي تحرير ۾ سادگيءَ کان ڪم وٺندو آهي ۽ عام پڙهندڙن کي ڪڏهن به نظرانداز نه ڪندو آهي. سندس ڪهاڻين، ناولٽ ۽ ناولن جا ڪردار به اسان منجهان هوندا آهن ۽ اسان وانگر عام رواجي هوندا آهن. ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جا ڪردار جيتوڻيڪ ڏتڙيل ۽ چيڀاٽيل، ٽڪل ۽ ٽٽل، وڃيل ۽ وياڪل هوندا آهن، پر تنهن هوندي به سندن اجهايل اکين ۾ مستقبل جي روشني ۽ سڪل چپن تي اميدن جي اڻ لکي مرڪ هوندي آهي. بلونت سنگهه جي هڪ سوال جو جواب ڏيندي ڪرشن چندر چيو هو: منهنجي ذهن ۾ ڏکن ۽ ڏاکڙن جا ڏکها پاڇا اڀندا آهن، پر مان انهن کي اميد جي روشنيءَ سان پري ڪندو آهيان، ڇو ته انسان جو آئيندو روشن آهي.
ڪرشن چندر کي پنهنجو مخصوص ۽ منفرد لکڻ جو ڍنگ

Soorih Mirani

آهي. هو پنهنجي تحرير ۾ طنز ۽ مزاح کان ڪم وٺندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن طنز ۽ مزاح ۾ فرق نه رکندو آهي ۽ ڪمال خوبيءَ سان مرڪ ۽ لڙڪ گڏي زندگيءَ جو حقيقي رخ پيش ڪندو آهي. سندس ڪهاڻيون، ناولٽ ۽ ناول زندگيءَ جي ترجماني ڪندا آهن. سندس لکيل هڪ لفظ ۽ جملي جي منفرد معنيٰ ۽ مقصد هوندو آهي. هو عالمگير امن جو حامي ۽ مذهب جي نالي ۾ پيدا ڪيل نفرت جو جاني دشمن آهي. پنهنجي ان نظريي جو اظهار ڪرشن چندر لاتعداد ڪهاڻين، ناولٽ ۽ ناولن ۾ ڪيو آهي، پر جنهن طاقت ۽ اثر سان مذهب جي نالي ۾ پيدا ڪيل نفرت کي هن "غدار" ۾ ننديو آهي، تنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

ناول "غدار" جو پس منظر ۱۹۴۷ع وارو خوني زمانو آهي، جڏهن، دين ڌرم جي نالي ۾ انسانيت کي اگهاڙو ڪري، ملڪي حوس جي چوواٽي تي سندس عزت لٽي ويئي هئي. دوستيءَ شرم وچان خود ڪشي ڪري ڇڏي هئي. اخلاق اپگهات هو. نفرت جي شيطان هڪ هٿ ۾ تلوار، ٻئي هٿ ۾ ويد ڪهي ڌرتيءَ کي لتاڙي ڇڏيو هو. ان افراتفريءَ واري دور جي قاتلن ۽ مقتولن جي باري ۾ ڪرشن چندر لکيو آهي: مرندڙ جي زبان تي ٻوبون نالو خدا جو هو ۽ ماريندڙ جي زبان تي به خدا جو نالو هو ۽ جيڪڏهن مرندڙ ۽ ماريندڙ جي مثان، تمام ٻري، متي ڪو خدا هو ته ٻنا شڪ جي بيحد ستم ظريف هو.

ناول ”غدار“ ۾ ڪرشن چندر سياسي چوپڙ کي بلڪل رد ڪري، رڳو انهن مظلوم انسانن جي ڪهاڻي لکي آهي، جن کي ازل کان مذهبي جنون جي صليب تي ۽ سياسي سرحدن جي ديوارن تي لٽڪائي نفرت جي تيرن سان چٽيو ويو آهي. هن ناول جو مرڪزي موضوع آهي نفرت خلاف احتجاج.

ڪرشن چندر جي لامحدود تخليقي قوتن هن ناول ۾ فن جي انتهائي بلندين کي ڇهي ورتو آهي. ٽيڪنڪ جي لحاظ کان هي ناول ڪرشن چندر جو عظيم ناول آهي. هن خود ڪلامي (Monologue and Soliloquy) علامتن (Symbols) تخليل جي پرواز منظر ڪشي ۽ سهڻين تشبيهن ۽ ڏهڪندڙ استعارن (Metaphor) کان ڪم وٺي ناول ”غدار“ جي گرفت کي ايتري قدر ته مضبوط ڪري ڇڏيو آهي، جو پڙهندڙ پاڻ کي ساڳئي وقت مهاجر ۽ شرنارٿي، هندو ۽ مسلمان، ظالم ۽ مظلوم قاتل ۽ مقتول محسوس ڪرڻ تي مجبور ٿي پوي ٿو. هن ناول جا ڪجهه حصا شعوري وهڪري (Stream of Conclousness) ۾ لکيل آهن ۽ بيحد اثرائتا آهن. ناول جي انهن حصن ۾ مرڪزي ڪردار بيج ناٿ جي ذهني ۽ نفسياتي اوسر کي ڪرشن چندر فنڪاريءَ سان چٽيو آهي. هڪ هنڌ، هنسن کي ڏسي بيج ناٿ کي خيال ٿو اچي ته: اڄ انسان جي دنيا ۾ ڳگهه اونده آهي، نسورو ظلم آهي، سخت تنگ نظري آهي. مونکي

پنهنجن پرن تي ويهاري پاڻ سان وٺي هلي، هتي
هترادو تهذيب جي کوکلائپ تي ڀرپور وار ڪرڻ لاءِ
ڪرشن چندر بيج ناٿ جي ذهني ڪشمڪش ۽ انتشار کي
پڙهندڙ آڏو پيش ڪيو آهي. بيج ناٿ جڏهن فسادين کان
جان بچائڻ لاءِ ڪمند جي پوک ۾ گهڙي پوي ٿو ۽
اوچتو پنهنجي ڪتيءَ کي ڪٿي ايندي ڏسي ٿو، تڏهن
دل ئي دل ۾ ڪتيءَ کي چوي ٿو: تون ته ڪتي آهين،
توکي کهڙو ڊپ، تون انسان ٿورو ئي آهين، جو توکي
جان جو خوف هجي. هي سڀ ته تهذيب جون ڳالهيون
آهن، وڏن وڏن مذهبن ۾ اخلاقن جا جهڳڙا آهن. شڪر
ڪر جو تون غير مذهب، جاهل ۽ بي اخلاق آهين. شڪر
ڪر جو اڃا توکي اها ڄاڻ ڪونهي ته مذهب ڇاهي ۽
تون ڪنهن مسجد، مندر ۽ گرجا ۾ نه ويئي آهين. تو
ڪڏهن آزاديءَ جو مفهوم نه سمجهيو آهي. ڪڏهن ڪنهن
سياسي ليڊر جي تقرير نه ٻڌي اٿئي. شڪر ڪر ته تون
ڪتي آهين، انسان ناهين.

ناول ”غدار“ ذهني انتشار، ڪشمڪش ۽ جدوجهد جي ڄار
۾ قاتل بيج ناٿ جي فرار جو ناول آهي. سندس ڳوٺ جتي
هو ۽ سندس ابا ڏاڏا صدين کان رهندا آيا هئا، ورهاڱي
وقت پاڪستان جي حصي ۾ اچي ٿو. ڳوٺ ۾ فساد ٿئي
ٿو ۽ هندن ۽ سکن کي پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي ڀڄڻو
پوي ٿو. ڀڄندي ڀڄندي بيج ناٿ سان جيڪي ڪجهه
ٿيو واپرايو آهي، جيڪي به ڪيس ذهني ۽ روحاني صدما

Soorih Mirani

رهيا آهن، جي ڪرشن چندر پنهنجي خدا داد فني قوت ۽ تخيل جي پرواز سان هن ناول ۾ قلمبند ڪيا آهن. هي ننڍڙو ناول نه رڳو مظلوم انسانن جي بي انت ڏکن سورن جو داستان آهي، پر ورهاڱي جي خوني تاريخ تي هڪ قوي هيڪل شاهد پڻ آهي. بيچ نات ٻڌائي ٿو: منهنجي چئني طرف لاش ئي لاش پيا هئا. ڪراڙن جا لاش، جوانن جا لاش، عورتن جا لاش، ٻارن جا لاش، اڀا لاش، ستا لاش اوڪڙون لاش، جن جا ڏند اگهاڙا هئا. جسن جا هٿ سينجي ويا هئا. لاش، جن جون اکيون کليل هيون. لاش، جن جون اکيون بند هيون، لاش جن جي هٿن ۾ ڪير جون بوتلون هيون. لاش، جيڪي زندگيءَ جو سمورو زهر پي ويا هئا ۽ هميشه لاءِ ستهي پيا هئا.

ڪرشن چندر عظيم ليکڪ آهي. هڪ ليکڪ کي ڪهڙي ڳالهه لکڻ گهرجي ۽ ڪهڙي نه لکڻ گهرجي، تنهن باري ۾ هو هميشه خبردار رهندو آيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن جملو پورو نه ڪرڻ سان يا جملي مان ٻه چار لفظ ڪڍي ڇڏڻ سان ڪهاڻيءَ جي مخصوص ماحول ۾ جيڪو تاثر پيدا ٿيندو آهي، سو مڪمل جملي يا لفظن جي غير ضروري وڌاءُ سبب زبان تي ٿيندو آهي. هن ناول ۾ ان قسم جا ڪيترائي مثال ملندا جي قابل ليکڪ فنڪاريءَ سان جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو آهي يا جملي مان ڪجهه لفظ ڪڍي ڇڏيا آهن. شرنارٿين جي ڪيمپ ۾ بيچ نات هڪ هندو جوانن جي قطار ڏسي، قطار ۾ بيٺل هڪ شخص کان پڇيو

Soorih Mirani

ٿو: ڇا هتي راشن ملي ٿو؟
جوان ڪلي جواب ڏيئي ٿو: ها، هتي سيڪس (Sex) جو راشن ملي ٿو.
مطلب؟

جوان چوي ٿو: هڪ مسلمان ڇوڪري مٿ چڙهي ويئي آهي، اسان سندس بيعزتي ڪري رهيا آهيون.

اُن هيبتناڪ منظر ۾، قطار ۾ بيٺل هڪ هڪ هندو نوجوان اندر وڃي ٿو ۽ مسلمان ڇوڪريءَ جي عصمت لٽي ٿو. ڇوڪريءَ جي تڪليف، ايذاءَ، ڏک ۽ مجبوريءَ کي بيان ڪرڻ لاءِ ڪرشن چندر نامڪمل جملي ڪان ڪم ورتو آهي، جنهن ڪري اُن منظر جو ڇهاءُ رجيل لوهه وانگر پڙهندڙ جي روح مان پار ٿي وڃي ٿو. بيچ ناٿ مسلمان ڇوڪريءَ جا ايلاز بڌي ٿو: او پاءُ، او ادا منهنجا پاٽڙا، مان تنهنجي ڀيڻ آهيان.

انهن اڌورن جملي ڪان پوءِ ڪرشن ان بدنصيب ڇوڪري جي باري ۾ ڪجهه نه لکيو آهي. ڪجهه نه لکي، هن ڇوڪريءَ جو ڪردار پڙهندڙن جي ذهن تي هميشه لاءِ نقش ڪري ڇڏيو آهي.

ڪرشن چندر عالمگير نظرين جو حامي آهي. عالمي امن ۽ انسان جو روشن آئيندو سندس دائمي فڪر آهن. سندس هر ڪهاڻي ۽ هر ناول مان اهڙا اشارا ملندا رهن ٿا جن مان اهو ثبوت ملي ٿو، ته ڪرشن چندر بنيادي طرح ڏتڙيل انسانن جي سلامتيءَ بهبوديءَ جو علمبردار آهي، ڪيس ان

ڳالھ سان. واسطو ڪونھي تہ ڏتڙيل انسان هندو آهي يا مسلمان، سک آهي يا عيسائي. هن ڏتڙيل انسان جي حمايت لاءِ دين ڌرم ڪي پٺتي ڇڏي ڏنو آهي. هن ناول ۾ هڪ هند پيچ پچان ۽ افراتفريءَ جي دوران بہ منگتي پاڻ ۾ ملن ٿا. منجھائن هڪ هندو آهي ۽ ٻيو مسلمان ٻئي موچي آهن. ياڪر ٻاڏي ملن ٿا ۽ روئن ٿا. مسلمان موچي چوي ٿو: وينٽي ڏينٽي زماني کي ڇا ٿي ويو، نٿو، ھي ڇا ٿي ويو، اسان جلنڌر ۾ بہ بوٽ ڳنڍيندا هئاسين، لاهور وڃي بہ بوٽ ڳنڍيندا سين. هي جهيڙو ڇا جو آهي.
دنيا جي جديد ادب ۾ ٻار (Child) کي آئيندي جي علامت (Symbol) طور استعمال ڪيو ويو آهي. ٻار تنهنڪري اڇوڪي ادب جو لازمي حصو ٿي پيو آهي. ڪرشن چندر ٻار جو ڪردار علامتي انداز ۾ پنهنجن لاتعداد ڪهاڻين ۽ ڪجهہ ناولن ۾ بہ استعمال ڪيو آهي. ان ڏس ۾ سندس ڪجهہ مشهور تصنيفون آهن. دادر پل کي ٻچي، چوراهي ڪا ڪونٽا، راني، ڪالا سورج، پالنا، ايراني پلاءُ، آسمان بناني والا، ميري يادون کي چنار، پگوان کي آمد وغيره ان لحاظ کان ناول ”غدار“ جي پڇاڙي پنهنجي ساهہ ادب جو مثالي حصو آهي جنهن ۾ بيج ناٿ هڪ مسلمان ٻار کي سيني سان لڳائي، لاشن مٿان لنگهندو، پکڙجندڙ روشنيءَ ڏانهن هليو وڃي ٿو.

بيج ناٿ ماضيءَ جي خوشحالي ۽ حال جي بدحاليءَ جي وچ ۾ وچڙيل ذهين طبقي جي نمائندگي ڪري ٿو، جنهن

ڪي مستقبل ۾ امن ۽ پيار جي تلاش آهي. بيج ناٿ جي ٻانهن ۾ پار انسان ذات جي روشن آئيندي جي علامت آهي ۽ آسمان مان ڦٽندڙ روشني سج آهي، جنهن جي آڏو، هزارادو نفرتن جي اوندهه کي شڪست کائيندي ڏيکاريو ويو آهي.

ناول ”غدار“ ۾ زبردست طاقت آهي، بيپناهه قوت آهي. لفظ لفظ پنهنجي جاءِ تي معنيٰ سان ڀرپور آهي. منجهس ايڏو ته زور آهي جو پٿر جهڙا روڙ ۽ برف جهڙا سرد ذهن به ناول جي آتش آڏو رجي ميڻ ٿي ويندا. ڪو اهڙو پڙهندڙ نه ملندو جيڪو هن عظيم ناول جي اثر کان پاڻ ڪڍائي سگهندو. ناول ”غدار“ پڙهڻ کانپوءِ هرڪو سوچڻ تي مجبور ٿي پوندو ته هندستان ۽ پاڪستان جا عوام، جيڪي ماني ءَ جا محتاج، بي گهر، اگهاڙا ۽ بيمار آهن، تن جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ نفرت جو ٻج ڪنهن ڇٽيو آهي ۽ ڇو ڇٽيو آهي؟ ڇا ان نفرت سان ڏتڙيل انسانن جا مسئلا حل ٿي سگهندا؟ ڇا هڪ ٻئي لاءِ نفرت جا ڪورا سيني ۾ سانڍي ٻنهي ملڪن جا ماڻهو جيئرا رهي سگهندا ۽ پنهنجي شخصي آزاديءَ سان گڏ پنهنجي ملڪ جي آزادي برقرار رکي سگهندا؟ ناول ”غدار“ جي باري ۾ ڪرشن چندر لکيو آهي ته: هن ناول مان منهنجو مقصد ڇا آهي؟ نفرت؟ هرگز نه. مان پاڪستان جي آزاديءَ ۽ سلامتيءَ جو خواهشمند آهيان ته هندستان جي سلامتيءَ جو پڻ. مان چاهيان ٿو ته ٻئي ملڪ جدا، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي آزاد

۽ خود مختيار رهن ۽ هڪبئي جي ڀلائي چاهين، ته جيئن، نئين ڪنڊ جي غريب ماڻهن جا مسئلا حل ٿي سگهن.
ڪرشن چندر جي عمر ٥٤ سال آهي. (١) تعليم انگريزي ۾ ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي تائين حاصل ڪئي اٿائين. شروعات ۾ آل انڊيا ريڊيو ۾ نوڪري ڪيائين جنهن ڪا سندس دل وٽان نه هئي ۽ آخر ڇڏڻي پيس. هن وقت ڪرشن چندر هندستان جي فلمي صنعت سان وابسته آهي ۽ فلمن لاءِ ڪهاڻيون، مڪالما وغيره لکندو آهي. ڪيس لکڻ سان جنون جي حد تائين چاهه آهي سندس اٺ سؤ کن ڪهاڻيون ۽ چوويهه کن ناول شايع ٿي چڪا آهن، جن مان اڪثر ڪهاڻين ۽ ناولن جا ترجما دنيا جي گهڻين سترين ٻولين ۾ ٿي چڪا آهن.
ناول "غدار" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پيش ڪري اداري ادب نو، سنڌي ادب ۾ بيش بها اضافو ڪيو آهي. هن ناول جو ترجمو نوجوان ڪهاڻيڪار وليرام ولڀ ڪيو آهي. وليرام ولڀ . . يونيورسٽيءَ مان اردو ادب ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ هن وقت سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪري رهيو آهي.

F-50/852

ويسٽ ڪڇا حيدرآباد سنڌ. امر جليل

٢٣- مئي ١٩٦٨ع

---

(١) هيءُ مهاڳ ڪرشن چندر جي حياتيءَ ۾ لکيو ويو هو.

# گذارش

منهنجي دوست هڪ دفعي مون کان هڪ سوال پڇيو، ”تون ماضي کان ڇو ٿو روئين؟ جو ٿي گذريو، سو ٿي گذريو. اهو تمام برو ۽ پوائتو هو، ننڍن جو ڪو هو، انهي کي ياد ڪري شريف انسان جو ڪنڌ شرم وچان جهڪي وڃي ٿو، پر هاڻي انهن ڳالهين کي ڇو ٿو ورجائين؟ مُردن کي ڇو ٿو قبرن مان ڪوٽين؟ اڄ گهڻا ماڻهو ته انهن تلخ واقعن کي وساريندا ٿا وڃن. اڄ اسان جي وچ ۾ هڪ نئون نسل پيدا ٿي رهيو آهي، جيڪو انهن وحشي ظلمن جي مٽيءَ کان تمام مٿي تعميرن جا خواب ڏسي ٿو. تون کين اهڙيون ڳالهيون ڇو ٿو ٻڌائين؟ تون انهن جي معصوم دلين کي انهيءَ خوفناڪ ماضيءَ جو پڙاڏو ڇو ٿو ٻڌائين؟ تون ماضيءَ کان ڇو ٿو روئين؟“

”انهيءَ ڪري جو منهنجا لڙڪ اڃا خشڪ نه ٿيا آهن. مونکي سڌ آهي ته گهڻن جا لڙڪ خشڪ ٿي ويا آهن. گهڻن وٽ ته ڪڏهن لڙڪ هئا ئي ڪونه. جيڪڏهن منهنجا لڙڪ اڃا تائين نه سڪا آهن ته مان ڇا ڪريان؟“

مون انهيءَ وچ ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪئي آهي ته پنهنجي دل مان انساني جذبي جو سارو رس نپوڙي ڪڍي ڇڏيان ۽ جلتن ۽ واقعن کي اهڙيءَ طرح ڇپي ڪاٿي ڇڏيان، جهڙيءَ طرح ماڻهو سڪل پتاتا ڪاٽيندا آهن، پر مان ڪامياب نه ٿي سگهيس. مونکي پنهنجي ناڪاميءَ جو اعتراف آهي

اهو صحيح آهي ته اڄ گهڻا ماڻهو انهن تلخ واقعن کي وساريندا وڃن ٿا جن جي ماول کي جنم ڏنو آهي، پر اهي انهيءَ نفرت کي نه ڀليا آهن جنهن انهن تلخ واقعن کي جنم ڏنو هو. اها نفرت اڄ به دلين ۾ هڪ نانگ جيئن چپ ڪري پنهنجي ڦڻ کي ٻيچ ۾ لڪائي ويٺي آهي ۽ ڪنهن به وقت ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ آهي. موقعو ملنديئي اهي اها صدين جي پراڻي نفرت نانگ جي ڦڻ جيئن کڙ ڪري ٻاهر نڪرندي ۽ پوري نندي کنڊ کي ڏنگي رکندي. جيڪڏهن ڪنهن کي منهنجي ڳالهه تي يقين نه اچي ته پنهنجي دل جي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسي.

مان ننڍو چاهيان ته اهو ڏينهن اچي. مان انهيءَ نفرت کي، تڙڦائي بکيو مارڻ چاهيان ٿو. چوته هندستان ۾ هڪ يا ٻه نه، پر لکين انسان هوندا، جي پشاور تائين اکنڊ ڀارت کي وڌائڻ جا خواب ڏسن ٿا. پاڪستان ۾ اهڙن انسانن جي کمي ناهي جي دهليءَ تي هلالي جهنڊو لهرائڻ جا خواهشمند هوندا ۽ انهيءَ لاءِ لکن جي تعداد ۾ جان ڏيڻ لاءِ تيار آهن. اهي ماڻهو هڪ يا ٻه هجن ها يا ڪجهه مٺي ڀر هجن ها ته ڊپ جي ڪا ڳالهه نه هئي، پر نفرت ڪندڙ تعداد ۾ گهڻا آهن، اهي طاقتور به آهن ۽ سربلند به آهن ۽ شايد ئي هندستان ۽ پاڪستان ۾ ڪو اهڙو هوندو جو انهيءَ نفرت کان خالي هوندو. انهيءَ ڪري ڇا مان غلط سوچيان ٿو جيڪڏهن مان انهن خوابن کان بچڻ لاءِ ٻيهر ماڻهن ته خواب ئي حواب نڪرائجن ٿا. هٿيار

وغيره نہ تمام گهڻو پوءِ انسان جي هٿ ۾ ڏنا ويندا آهن.
انسان پنهنجي ننڍڙي تاريخ ۾ طرح طرح جا خواب ڏٺا آهن، سٺا خواب به، خراب خواب به. ڪن خوابن، ريگستانن ۾ بستيون آباد ڪيون آهن، ڪن خوابن سرسبز بستيون برباد ڪيون آهن. هڪ خواب، ٻنيءَ ۾ هر هلايو آهي، ٻي انهيءَ جي فصل کي باهه لڳائي آهي. هڪ خواب ۾ گل لڳن ٿا، ٻئي ۾ ايٽم بم ڪرن ٿا. ماڻهو سٺن خوابن جي عزت ڪريان ٿو، برن خوابن کان نفرت ڪريان ٿو.
نفرت ڪندڙن کي طاقتور يوروپ جي گذريل ٻن سؤ سالن جي تاريخ جو اڀياس ڪرڻ گهرجي. انهيءَ عرصي ۾ يوروپ تمام گهڻا خواب ڏٺا، تمام سٺا خواب به، ۽ تمام خراب خواب به. انسان جي دل ۾ سندس خواب ڪچي مٽيءَ جهڙا آهن، جنهنکي هو پنهنجي عمل جي چڪ سان هزارين صورتون ڏئي سگهي ٿو. اڄ اسانجي زندگيءَ جي ڪا ڪنڊ يوروپ جي خوابن کان خالي ناهي. اسان قومي سطح تي نفرت ڪرڻ جو فلسفو به يوروپ کان ورتو آهي ۽ اهو نہ سوچيو آهي تہ انهيءَ فلسفي يوروپ جي ڪهڙي حالت بنائي آهي. چڱي شيءِ جتان به ملي اها وٺي ڇڏجي، انهيءَ ۾ ڪو حرج ڪونهي پر نفرت، کان ايتري قدر انڌو نہ ٿجي جو بري ۽ ڀلي خواب جو فرق ڀاڃي وڃجي. ماڻهو تہ فقط ايترو چوندس تہ ڪچي مٽيءَ جي عزت ڪريو، ٻيٽوون جو نغمو اسانکي ڇئي ٿو تہ ڏينڪ جو ٿا ڏيو؟ وينس جو مجسمو ضرور جوڙيو، پر جنگ جو نقشو ڇو ٿا ٺاهيو؟ ٻنا

ڪنهن بجليءَ جي تار وسيلي پنهنجو پيغام پنهنجي محبوب تائين موڪليو، پر انهيءَ سان راڪيٽ ڇو ٺاهيو؟ مان انهيءَ ڳالهه کان به انڪاري ناهيان ته نفرت بي سبب پيدا نه ٿيندي آهي. انهيءَ جا ڪي مادي سبب ٿيندا آهن، جن سان اها نفرت وڌندي ۽ ڦهلجندي آهي. پوءِ انهيءَ نفرت سان ڳنڍوڪڙ ڪي مخصوص مفاد به لاڳاپجي ويندا آهن يا ڪيا ويندا آهن، جنهن نفرت وڌندي ۽ ڦهلجندي رهي، گمراهي ترقي ڪري ۽ هڪ انسان ٻئي انسان تي، هڪ انساني گروهه ٻئي انساني گروهه تي، هڪ پوري قوم ٻي پوري قوم جي زندگي زهر ڪري ڇڏي. ڪڏهن ڪڏهن بلڪل جائز مطالبن جي بنياد تي، پنهنجي نصب العين کي درست سمجهندي پنهنجي ضمير جي مڪمل ذميواريءَ سان گڏ....

اڄ اسانجي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ جا نفرت جي ديوار آهي، تجزيو ڪنداڻ انهيءَ جو تجزيو به بلڪل انهيءَ طرح ڪندا آهن ۽ مان ڪڏهن چوان ٿو ته اهي غلط ڪن ٿا. مان جيڪا ڳالهه چوڻ چاهيان ٿو اها ته بلڪل ٻي ئي آهي — مونسان مصيبت اها آهي ته مان اڄ بابر کي ڇڏي ڪيس اهو ٻڌائي ٿو سگهان ته تو هندوستان تي حملو ڇو ڪيو هو؟ اها تمام خراب ڳالهه آهي ميان. پنهنجي گهر موٽي وڃ. مان اڄ شيواجيءَ کي اهو ٿو چئي سگهان ته تو اورنگزيب جي خلاف بغاوت جو جهنڊو ڇو بلند ڪيو؟ مان هندو کان سنڌس ويد ۽ مسلمان کان سندس قران

نڪو ڪسي سگهان، مان مسلمان کي گوشت کائڻ کان منع نٿو ڪري سگهان، هندو کي ڏوتي پائڻ کان روڪي نٿو سگهان. مان ڪنهن کان سندس مذهب، سندس ڪلچر، سندس تاريخ، سندس مخصوص تمدني، تهذيبي اوصاف کسڻ نٿو چاهيان. مان فقط اها نفرت ڇنڻ چاهيان ٿو جا سينن ۾ دٻيل آهي، ڇوته اج تلوار اهتري رت جي پياسي ٿي چڪي آهي جو اها ڪو خواب پورو نه ڪندي نه سندس سٺي خواب کي ۽ نه بري خواب کي....

يورپ اڍائي سؤ سال ساري دنيا تي حڪومت ڪئي. اج ڪيس هرهنڌان ماري پڇاڙيو پيو وڃي. فرانس ساري يورپ تي قبضو ڪرڻ جو خواب ڏٺو هو. اج انهيءَ جي ڪهڙي حالت آهي؟ جرمني گذريل ٻن جنگين ۾ سڄي دنيا تي قبضو ڪرڻ جو خواب پورو ڪرڻ چاهيو. اج خود جرمني ٽڪرا ٽڪرا ٿي چڪي آهي. اج تلوار جي ڌار اهتري قدر تيز ٿي چڪي آهي جو، جيڪو به هٿ ڪڍندو، خود انهيءَ جو هٿ ڪپجي پوندو.

يورو يوروپ جي مقابلي ۾ اسان جي حيثيت ئي ڪهڙي آهي. جمعو جمعو اٺ ڏينهن ته ٿيا آهن اسانکي آزادي حاصل ڪئي، ۽ انهيءَ ٿوري عرصي ۾ اسانکي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اهتري قدر ڏکين مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو آهي، اهڙا اهڙا مشڪل سماجي، سياسي ۽ اقتصادي مونجهارا اسان جي سامهون آيا آهن، جن کي سليقي سان سلجهائڻ لاءِ سو سالن جيتري مدت به گهٽ ٿيندي. انهن حالتن ۾

اسان ڪهڙي طرح هڪبئي کان نفرت ڪرڻ جي خطرناڪ ذهني عياشي سوچيندڙ ٿي سگهون ٿا؟ اسان کي ته اهو به حق ناهي ته اسان هڪٻئي کان نفرت ڪريون! ۽ اسان وٽ آهي ڇا جنهن تي اسان ائين هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا آهيون جڻ ڪجهه ٿي ڪاٽي ويندا سين. ان جي داڻي دائي لاءِ اسان ڌارين جا محتاج آهيون. ڪپڙي جو اهو حال آهي جو اڄ به هن نندي کنڊ جي اڌ آبادي اڌ اگهاڙي گهمي ٿي. هٿيارن لاءِ اسان ٻين ڏي منهن ڏسڻ لاءِ مجبور آهيون. اسان لاءِ سائنس جو علم اچي ٿو ٻاهر کان. ڪلچر جا نوان قدر دريافت ٿين ٿا ٻاهر کان، ڪاڪوس جو ڪموڊ ۽ غسل خاني جون ٽائيلس به اچن ٿيون ٻاهر کان اچن. جڻ ڪٽڪ کان گورکي ٽائين ۽ حمام کان هيمنگ وي ٽائين اسان ٻين جا محتاج آهيون. اهڙن ماڻهن کي ٻانهون ڪنجي طرح خان بنجڻ ڪڏهن به نٿو سونهي. اسانکي گهرجي ته اسان پنهنجي پنهنجي ڪل ۾ رهون، پنهنجو پنهنجو ملڪ سنڀاليون ۽ انهن غريبن کي ڏسون، جيڪي ڪڏهن کان هڪ ماني هڪ وال ڪپڙي ۽ هڪ ڇت جي ڇانو جي آس اسان مان لڳائي ويٺا آهن. اسانکي انتهائي سنجيدگيءَ سان پنهنجي ذهني تربيت ڪرڻ گهرجي نه ته نفرت جو اهو زهريلو جيڪو ٻنهي ملڪن کي ڪاٽي ويندو.

ڪي ماڻهو ائين چون ٿا ”هگو سائين، ماضيءَ جي نفرت کي ٻاهر ڏيو، پر هي جو اڄ ڪلهه جا مسئلا ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ نفرت پيدا ڪري رهيا آهن، انهنجو ڇا ٿيندو؟

آخر ڪشمير جو مسئلو آهي، سرحدن جو مسئلو آهي، نهري پاڻي جو جهڳڙو آهي، اقليتن جو جهڳڙو آهي. آخر اهي سڀ ڳالهيون ٿي ته نفرت پيدا ڪن ٿيون، نه ته ڇا اسان پنهنجي پيءُ جي گهران نفرت ڪٺي آيا آهيون؟"

انهيءَ ڳالهه جو جواب ته اهوئي آهي، ها واقعي اوهان پنهنجي پيءُ جي گهران اها نفرت ڪٺي آيا هئا، جن اها نفرت هڪ عزيز ترين ورثي جي صورت ۾ توهانکي ڏني هئي ۽ انهيءَ قيمتي ورثي کي اوهان به پنهنجي اولاد کي ٻنهي ملڪن ۾ سونپيندا رهيا آهيو. ڇو اهو نانگ جو ڪالهه تائين فقط توهان جي دل ۾ هو، توهان کان بعد توهان جي اولاد جي دل ۾ به پرورش پائيندو رهندو ۽ ڪنهن مسئلي جو ڪو حل سامهون اچي نه سگهندو ۽ دلين جي اندر نفرت وڌندي ويندي ۽ اهو زهر هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين ڦهلبو ۽ هڪ ڏينهن طوفان جي صورت ۾ ڦهلجي ويندو ۽ افسوس انهيءَ ڏينهن اسين اهو چوڻ لاءِ موجود نه هونداسين "هي اهوئي نانگ آهي جنهن کي اسان کير پياري پاليو هو!"

پر ظاهر آهي، ماڻهو انهيءَ جواب مان خوش نٿا ٿين. اهي چون ٿا، "سائين اسان سچ تي آهيون. اسان حق لاءِ وڙهون ٿا ۽ پنهنجي حق لاءِ جان ڏيڻ عين سعادت سمجهون ٿا ۽ پنهنجي حق کي حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن جنگ به ڪرڻي پوي ته ڪو هرج ناهي."

واقعي ڪو هرج ناهي. ڪڏهن ڪڏهن مان به ائين

موچيندو آهيان ته، بابر شايد فقط سورهن هزار سپاهي وٺي هندستان تي حملو ڪيو هو. انهن مان وڏ ۾ وڏ اڌ مٿا هوندا. هاڻي جيڪڏهن اٺ هزار سپاهين جي عيوض هڪ پورو ملڪ هٿ ۾ اچي ته ڇا خراب آهي؟

ڪلائيو انهيءَ کان به گهٽ انگريز سپاهي وٺي بنگال تي حملو ڪيو هو. اسپينين سورهين صدي ۾ فقط ڇهه سو سپاهين جي مدد سان ميڪسيڪو فتح ڪري ورتو هو. واقعي ڪهڙا زمانا هوندا هئا! انسان ۾ ٿوري شجاعت هجي ڇڱي صحت هجي ۽ پين کي پنهنجسي قسمت ۾ شريڪ ڪرڻ جو سليقو هجي، ته ڪجهه سو سپاهي وٺي ٻاهر نڪري پوي ۽ ڪا جهڙي تهڙي رياست قبضي ۾ ڪري وٺي. ناڪام ٿئي ته ڌاڙيل بنجي وڃي، ڪامياب ٿئي ته راجا ٿي وڃي. ڊاڍا مٺا زمانا هوندا هئا! اهي زمانا هجن ها ته مون ڪتاب لکڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟

پر مصيبت اها آهي ته زمانو بدلجي ويو آهي. اڄ جي جنگ عزم، بهادري، شجاعت، ولولي، حق ۽ سچائي جي جنگ ڪانهي. اڳئين زماني ۾ هڪ تلوار، هڪ يا ٻن يا ڏهن ماڻهن جو رت پيئندي هئي، پر اڄ هڪ بم هڪ ڪروڙ ماڻهن کي مارڻ جي طاقت رکي ٿو. انهيءَ ۾ شجاعت شهادت، حق ۽ سچائي جو سوال ڪٿي اچي ٿو؟ اڄ جو جنگ ۾ ٻنهي طرفن جو ايتري قدر شديد مالي ۽ جاني نقصان ٿئي ٿو جو جنگ کان پوءِ ورهين تائين اها خبر نٿي پوي ته ڪنهن جيتيو ۽ ڪنهن هارايو؟ پڇجي ٿو ته پهرين

عظيم جنگ ۾ جرمني شڪست کاڌي هئي. انهيءَ ڪانپوءِ اهو به پڌوسون ته جرمني ايتري قدر ڪمزور ٿي چڪي آهي جو جنگ جو تاوان ادا نٿي ڪري سگهي، جيستائين سندس اقتصادي حالت کي وري درست نه ڪيو ويجي. جنگ جو تاوان حاصل ڪرڻ لاءِ جرمني جي هر طرح مدد ڪئي ويئي ۽ جڏهن جرمني جنگ جو تاوان ادا ڪرڻ جي قابل ٿي، تڏهن جرمنيءَ وري جنگ شروع ڪئي. هي عظيم جنگ ۾ وري ڪيس شڪست نصيب ٿي. هاڻي وري ڪيس پنهنجي پيرن تي بيهارڻ لاءِ ڪروڙين بلڪ اربن جي رقم پاڻي جئن وهائي ويئي آهي. يعني پهريائين ته پنهنجي حريف سان وڙهو ۽ جڏهن اهو وڙهي شڪست کائي ته سندس مدد ڪريو ۽ جڏهن هو شڪست کائي وري اوهانجي مدد سان وڙهڻ جي قابل ٿي وڃي، ته وري ساڻس وڙهو! اها حماقت منهنجي سمجهه ۾ ته اچي ئي نٿي! منهنجي نظر ۾ اها سچائي، سچائي ناهي، جنهن جو نتيجو پوري قوم جي تباهي هجي. اهو حق ئي ڪهڙو جو فقط کنڊر جي صورت ۾ ظاهر ٿئي؟ جنهن مقصد لاءِ جنگ ڪئي وڃي، اهو مقصد ئي جيڪڏهن جنگ جي دوران فوت ٿي وڃي ته انهيءَ جنگ جو ڪهڙو فائدو؟

انهيءَ ڪري سڀ کان سٺو طريقو پاڻ ۾ نفرتن کي ڏوئڻ جو آهي ۽ صلح ۽ سانت جي رجحان کي ترقي ڏياري پاڻ ۾ ناهه ڪري سڀني مسئلن کي حل ڪرڻ جو آهي. اهو آواز مون اڪيلي جو آواز ناهي، اهو پوري جو آواز آهي،

اهو هن ننڍي کنڊ جي ليڪن جو آواز آهي. هيءَ اها ڪَڏيل، تهذيبي پڪار آهي جا سڀ ڪان اڳ ليڪن ١٩٤٧ع جي فسادن ۾ بلند ڪئي هئي. هيءَ انسان جي دل مان نڪتل، سوچيل سمجهيل، گنڀير ۽ تاريخي پڪار آهي ۽ انهيءَ جي اهميت جي صحيح سڃاڻپ انهيءَ ۾ آهي ته ننڍي کنڊ ۾ هندستاني پاڪستان جي آزاديءَ کي پنهنجي آزاديءَ جهڙن عزيز رکن ۽ پاڪستاني هندستان جي خود مختياريءَ کي پنهنجو جزو ايمان بنائين ۽ ٻئي فرقا گڏ ٿي ويهي، هر مسئلي کي پر امن طريقي سان حل ڪن، هڪ ٻئي جي همدرد دوستن ۽ عزيز پاڙيسرين جيئن حل ڪن نه ته، جيڪڏهن تلوار مياڻ مان نڪتي ته. چند مهينن ۾ نه هندستان هوندو ۽ نه پاڪستان. جيڏانهن نظر ڊوڙائبي قبرستان ئي قبرستان هوندا، ڇوته ايندڙ جنگ ڇاهي اها ڪنهن به مسئلي تي ڇڙي، تمام جلد هڪ عالمگير جنگ جي صورت ۾ تبديل ٿي ويندي ۽ انهيءَ صورت ۾ هن ننڍي کنڊ جي ٻنهي ملڪن جي آزادي ۽ سلامتي خطري ۾ پئجي ويندي.

انهيءَ ڪري مان نفرت جي خلاف وڙهان ٿو ۽ ماضي جا ڪنڊر ڏيکاريان ٿو.

مان ماضي ڪان نٿو رئان-

مان مستقبل ڪان رئان ٿو-

۽ ايندڙ خطرن کان خبردار ڪريان ٿو.

---

۲ آگسٽ ۱۹۴۷ع جي ڏينهن مان پنهنجي ناناڻن ۾ هوس. منهنجا ناناڻا لاڙي جي ڪوٽ ۾ آهن. لاڙي جو ڪوٽ قلعي، سوڀاسنگ اسٽيشن جي ويجهو آهي ۽ اسٽيشن کان ميل سوا کن جو پنڌ ٿيندو. لاڙي جي ڪوٽ ۾ اسان برهمڻن جي آبادي وڌيڪ آهي، ۽ انهيءَ کان پوءِ کترين جا گهر. سيني کان گهٽ آبادي مسلمانن جي آهي. منهنجا ناناڻا، گورو گو سائين جو گهراڻو سڏبو آهي ۽ برهمڻن ۾ سڀني کان اتم آهي. هزارين سالن کان، اسان انهيءَ ڪوٽ ۾ آباد آهيون. چون ٿا ته ڪنهن زماني ۾ انهيءَ سڄي علائقي تي اسان جو راڄ هوندو هو. اڃا تائين لاڙي جي ڪوٽ جي سڀ کان اوچي حويلي ”محلان“ چوڻ ۾ ايندي آهي. حويلي ڇا آهي، پراڻي زماني جي هڪ قلعي وانگر جاءِ آهي، جنهن جي اتر اولهه ۾ واريءَ جي دڙن ۽ ڪلراٺي ويران زمين جو هڪ سلسلو آهي، جتي صرف پيرٽ ۽ ڪنڊن وارا گاهه ۽ ٻوٽا اسرندا آهن، ۽ ڏکيا سرن جا جهڳٽا پنهنجي ڏکڻ اڇڻ سنگن وارين لهرائيندڙ ڪلنگين سان زمين تي ڏسبا آهن. ۽ جڏهن هوا سوساٽ ڪندي انهن مٿان گذرندي آهي، ته اهي هڪ ٻئي کان ٻي ڇيڙي تائين اٿين لڏندا آهن، جڻ رڻ پٽ ۾ اٺ پکين جي ٽولن جا ٽولا ڪنپ ڪولي پڇندا وڃي رهيا هجن. مونکي سرن جا جهڳٽا ڏاڍا پسند آهن. مان ۽ شادان ٻئي ڀيرن جو، جڏهن سندس ماءُ سمهي رهندي هئي، اڪثر تي ساندا هئاسين. ”محلان“ حويلي جي وڏي دروازي سامهون جيڪو ڪمند جو رس ڪڍيو ويندو هو، اهو ڪمند

زرخيز زمين مان آندو ويندو هو. جن ڏينهن جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، انهن ڏينهن ڪمند جو فصل جوان ۽ قدآور ٿي چڪو هو ۽ اهي سرسبز فصل گهڻن ئي لا پرواهه عاشقن کي پناهه ڏيندا هئا. پر مونکي ۽ شادان کي سرن جا جهنڊ ئي پسند هئا، ڇو جو جڏهن اسين ڳالهيون ڪندي ڪندي ماٺ ٿي ويندا هئاسين، ۽ شادان جي وارن جي ڇڳ سندس گوري پيشانيءَ تي ڪري پوندي هئي، ۽ سندس وڏين وڏين اکين ۾ حيرت ۽ اداسيءَ جا پاڇولا الجهيل لڳندا هئا، تڏهن انهيءَ وقت پرڻ، ڪڻڪ جي وارن ٻوٽن ۽ سرن جي جهڳٽن مان گذرندڙ هوا، ڪنهن عجيب طريقي سان اسانجي دلين ۾ سرهاڻ ڪندي هئي ۽ انهيءَ جي مٺي مڌم صدائن ۾ اڻ ڏٺل سپنن جا ساز وڄندي لڳندا هئا. انهن جي ريشمي چرچر ۾ انهن سندر ڪهاڻين جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ايندو هو، جڏهن محبت هر ديوار هر فصيل، هر خليج ٽپي ويئي هئي، ۽ اونداهي افق ۾ هڪ رنگين ٻوٽي جيان لهرائڻ لڳي هئي. سرن ۾ ته هوا ڳالهيون ڪندي آهي، پر ڪمند جي ڪانن ۾ ته اٿين گهٽجي رهجي ويندي آهي، ڇو ڪيس هر وقت سماج، مذهب ۽ پراڻي اعتقادن جو ڊپ هجي! ۽ جنهن جا ڏاڍهن هوا به ويندي ڊجي، اتي عشق ڪيئن اسرندو؟ انهيءَ ڪري اسان سرن جي جهنگ ۾ پناهه ورتي، جنهن جون اڇيون ريشمي ڪانگهيون ۽ سنهڙين ڊگهين نازڪ ڏانڊين جي مٿان اڀريون، اسان جي عشق جيئن مغرور نظر ايندييون

هيون.
ٽين آگسٽ جي ٻن پهرن جو ذڪر آهي، اسانجي ٻوڙيان
سرن جو جهنگ هو ۽ جهنگ جي ٻوڙيان اسان جو ڳوٺ
هو ۽ اسان جي سامهون پري تائين ڦهليل ميلن ۾ ويران
زمين هئي، جنهن کي ڪلر کائي ڇڏيو هو. صبح جو
مينهن پيو هو پر آسمان تي اڇا ڪڪر ڪڪڙن جئن
سهڻو ڦهلائي، پنهنجو پاڻ ۾ مينهن جا ڦڙا لڪائي، اڇا
۽ ڪٿي ڪٿي هلي رهيا هئا. هوا ۾ پاڻيءَ جي گهم
۽ مٽيءَ جي ٻوڪار هئي، ۽ پري افق ڏانهن روشني
ڪجهه اهڙي هلڪي ۽ ايتري شفاف هئي، ڄڻ اجهو
پکهرجي ڪنهن انڌلت کي جنم ڏيندي.
منهنجو هٿ شادان جي هٿ ۾ هو، ۽ اسان ٻئي انهي
افق ڏانهن اکين نهاري رهيا هئاسين، ڄڻ "اميد" هڪ
مسافر هجي ۽ انهيءَ شفاف رستي کان اسان ڏانهن اچڻ
واري هجي.
مون شادان جي هٿ کي آهستي زور ڏنو ۽ کيس چيم
"هڪ ڏينهن تون مونکي وساري ڇڏيندين."
شادان جي سيني مان هڪ آه ايري، پر هوءَ خاموش رهي.
هن انهيءَ سوال جو ڪو جواب نه ڏنو ۽ هوءَ انهيءَ
سوال جو جواب ٻه کهڙو ڏيي ها، جو شروع کان عورت
مرد کان ۽ مرد عورت کان پڇندو آيو آهي؟
ڪيترو نه پراڻو سوال آهي، پر هر دفعي ڪيترو نه نئون
معلوم ٿئي ٿو، ڄڻ اڄ پهريون دفعو پڇيو ويو آهي.

مون وري چيو، ”هڪ ڏينهن تنهنجي شادي ٿي ويندي.“
”ها! منهنجي شادي ٿي ويندي ۽ بلڪل اهڙيءَ طرح ٿيندي، جهڙيءَ طرح تنهنجي ٿي چڪي آهي.“ هن آهستگيءَ سان مون ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ چيو. سندس نگاهون اڃا تائين افق ڏانهن ڄميل هيون.
”منهنجي شادي ته منهنجي مائٽن ننڍپڻ ۾ ئي ڪرائي ڇڏي هئي.“ مون احتجاج ڪيو.
شادان چيو: ”۽ تون ڇا ٿو سمجهين ته مان پنهنجيءَ مرضيءَ سان شادي ڪري سگهنديس؟“ مون ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.
شادان افق تان نگاهون هٽائي ورتيون، ڄڻ اتان مايوس ٿي چڪي هجي. پوءِ هن منهنجي جهڪيل اداس چهري کي ڪاڏيءَ کان جهلي مٿي ڪيو. پوءِ هن پنهنجا گلابي ڳل منهنجي ڳلن سان لڳائي ڇڏيا ۽ آهستي آهستي ڏاڍي پيار ۽ مضبوطيءَ سان چيائين: ”هونئن ته منهنجي شادي به ٿي ويندي ۽ ٻار به ٿيندا ۽ مان انهن جي لاءِ سٺي ماءُ ۽ پنهنجي مڙس جي هڪ نيڪ ۽ وفادار زال به بنجي وينديس. منهنجو گهر هوندو ۽ زندگيءَ جون سڀ خوشيون جي هڪ عورت چاهيندي آهي، مونکي نصيب ٿينديون. پر منهنجي اندر ۾ ڪنهن جاءِ، منهنجي اندر، تمام گهرائيءَ ۾ ۽ منهنجي ڪک کان به تمام پري جي عورت جو روح ٿئي ٿو، اتي تون هميشه موجود رهندين.“
”تون مونکي ياد ڪندينءَ؟“

شادان ڪجهه، جوڻ واري هئي تہ اندري ۾ ڀري ڪان سرن جي جهڳٽي ۾ ڪٿي ڇڙ ٻڙ ٿي، ۽ هوءَ هڪدم خاموش ٿي ويئي ۽ اسان ٻئي انهيءَ ڇڙ ٻڙ کي ساهہ روڪي ٻڌڻ لڳاسين. ڪجهہ ۽ حيرت سان، ڇو تہ انهيءَ وقت هوڏانهن ڪوبہ نظر نٿي آيو.

ڇر ٻر جڏهن وڌيڪ تيز لڳي، تہ ڏهن اسان ٻنهي هڪ ٻئي کي اشارو ڪيو، ۽ پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺاسين ۽ ڏيڍ پيرن سان جهڳٽي جي ٻئي طرف هليا وياسين.

اوچتو ڇر ٻر هڪ خاص جاءِ تائين پهچي بيهي رهي، ۽ پوءِ ڪنهن چيو، "السلام عليڪم."

"وعليڪم اسلام."

شادان انهيءَ آواز کي سڃاڻي ورتو. هوءَ رڙ ڪرڻ واري هئي، تہ مون جلديءَ سان سندس منهن تي هٿ ڏيئي ڇڏيو. اهو آواز مون بہ سڃاڻي ورتو هو. اهو سندس ڀاءُ طفيل جو آواز هو. طفيل ۽ شادان ٻئي لاهور ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. ۽ اونهاري جي موڪلن ۾ هتي پنهنجي ڳوٺ آيل هئا.

ٻهرئين آواز واري مرد چيو، "مونکي ڇڪ تماره مان پير قلندر شاهہ موڪليو آهي."

"ڪهڙو پير قلندر شاهہ؟"

"آهوئي زبر گنج وارو پير قلندر شاهہ؟"

"ڪهڙو نمايو آهي؟"

"اهو تپايو لمبردار سر بلند جي ڳالهہ آهي"

”سان سر بلند جو پٽ طفيل آهيان.“
اجنبيءَ ڪجهه دير تائين چپ رهيو ۽ پوءِ آهستي چيائين،
”پير قلندر شاهه جو آهي ته توهان اها لالي جي ڳوٺ
۾ اهو سلسلو شروع ڪيو آهي، اها غلط ڳالهه آهي.
۱۵ آگسٽ جي رات تائين ڦيلو ٿيو گهر جي.“
”ڪهڙو ڦيلو؟“
”پير قلندر شاهه جو آهي ته ۱۵ آگسٽ تائين ڳوٺ ۾
جيترا هندو جوان آهن، انهن سڀني کي قتل ڪيو ويو،
جيتريون هندڻ جون جوان زالون ڳوٺ ۾ ڇڪيون آهن،
يا ته رهيون آهن، يا آسپاس جي ڳوٺن کان اچي رهيون
آهن، انهن سڀني کي پنهنجي قبضي ۾ رکيو ويو، البت
ٻڍن مردن، عورتن ۽ ٻارن کي ڇڏيو ويو.“
شادان منهنجي ڇاتيءَ سان چنبڙي پيئي رهي. اسان ٻنهي
جون دليون ڏڪڻ لڳيون. اسان ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن
ڏٺو ۽ زور سان هڪ ٻئي کي چنبڙي وياسين.
ٿوري دير کان پوءِ طفيل چيو، ”هڪ ڳالهه منهنجي پيءُ
۾ توهانجي پير قلندر شاهه جي ٻالي ڏٺو آهي.“
”ٻڌايو، اهو ڪهڙو آهي؟“
”منهنجي پيءُ چيو آهي ته اهو حڪم اسانکان لڪ ٿيندو،
جڏهن کان اسان الهيءَ ڳوٺ ۾ رهندا آيا آهيون، اسانکان
اهو حڪم نه ٿيندو.“
”ته پوءِ اسان ڇڪ ڦاره وارا ٻاڻ اچي اهو حڪم ڪنداسون.“
اجنبيءَ طفيل کي ڌمڪي ڏيندي چيو. طفيل چپ رهيو.

ڪافي دير تائين سمنڊن جي جهنگ ۾ خاموشي رهي. آخر اجنبي خاموشيءَ کي ٽوڙيندي چيو، "ڇڱو ته پوءِ مان وڃان ٿو."

ٻن انسانن جا قدم سمنڊن جي جهنگ کان الڳ الڳ رستن ڏانهن وڌي اسانکان پري ٿيندا ويا، ۽ ٿوري دير کانپوءِ جهنگ ۾ ماٺ ڇانئجي وئي.

مون جلديءَ سان شادان کي پنهنجي ڇاتيءَ کان الڳ ڪندي چيو، "هاڻي تون يڪدم گهر هلي وڃ."

هوءَ ورتي به منهنجي ڇاتيءَ سان چنبڙي وئي ۽ چيائين، "نه نه، مان نه وينديس، جتي تون ويندين اتي هلنديس."

مون ڦڪي مُرڪ مرڪندي چيو، "تو سڀ ڪجهه ٻڌي ورتو آهي نه؟"

"نه نه،" هوءَ پريشان نگاهن سان مون ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳي، "اهي ائين نٿا ڪري سگهن!—سچ، اهي ائين نٿا ڪري سگهن. اسان سڀ هن ڌرتيءَ جو اولاد ئي ته آهيون."

"ڌرتي ته ڪڏهن به زهر پيدا نه ڪندي آهي شادان! ڌرتيءَ مان ته مٺا مٺا گونچ ڦٽندا آهن، پر تو ڏٺو هوندو ته جڏهن ٻاهر جون زهري هوائون لڳنديون آهن، تڏهن کن پل ۾ سرسبز ۽ ساوا کيت اجڙي ويندا آهن! انهيءَ ۾ ڌرتيءَ جو ڪهڙو ڏوهه؟"

شادان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. مون کيس ٻانهن کان الڳ ڪندي چيو: "تون جلدي گهر وڃ نه ته غضب ٿي ويندو.

سوين پيرا ملڪ ڪاٽيوءَ ۽ جنهنجو فيصلو نہ ٿي سگهيو ، انهيءَ
جو اڄ ڪهڙو رستو نڪرندو. ماڻهو تمام گهڻا چالاڪ آهن.
اهي ماڻهو جي اسانجي ملڪ کي ورهائڻ هليا آهن، سڀ کان
اڳ انهن اسانجي دلين جا ٽڪر ڪيا آهن. ورهاڱو تہ
پهرين دلين کان ٿي شروع ٿيندو آهي.“
”اها ڳالهہ تون مونسان ڪري رهيو آهين؟“ شادان
شڪايت واري نوع ۾ چيو.
”توسان نہ ، شايد اها ڳالهہ مان هاڻي سرن جي جهنگ سان
ڪري رهيو آهيان، انهيءَ رستي سان ڪري رهيو آهيان،
جتان ’اميد‘ ڪڏهن منهنجي خاطر مسافر پنجي نہ ايندي.
هاڻي تون جلدي پنهنجي گهر وڃ ، مان ’محلان‘ ۾ وڃي خبر
ڪريان ٿو.“
شادان رُئندي هلي وئي. مون محلان ۾ وڃي سڀني کي
ٻڌائي ڇڏيو. ڪيترن ٿي ڏينهن کان لالي جي ڳوٺ ۾
آسپاس جي ڳوٺن مان برهمڻ ۽ ڪترين جون منگيل ڇوڪريون
ڪڏ ٿي رهيون هيون. اها خبر ٻڌندي ئي ڪهرام مچي ويو.
ٿوري دير ۾ نمبردار سر بلند ۽ وڏو ڏوڙندو اسانجي گهر
آيو. هو منهنجي نانيءَ ليشور ڪؤر جي ڏاڍي عزت ڪندو
هو. منهنجي ناني، ڳوٺ ۾ سڀني کان وڏي عمر جي ٻڍي
هئي، ۽ ڳوٺ ۾ ڇا هندو ، ڇا مسلمان ، ڇا سک ، ڪوبہ
سندس چيو ٽاري نہ سگهندو هو. سندس عمر پنجاسي سالن
جي هئي، پر هوءَ الڪل سؤ سالن جي نظر ايندي هئي. هن
ٻيندي نمبردار ڪسي هٿن ۾ ڪاٽي سوگهو ڪيو.

”اڙي سر بلند،“ ناني‌ءَ نمبردار کي شڪايت واري لهجي ۾ چيو، ”تنهنجي منهن ۾ ڏوڙ. اهو مان ڇا ٻڌي رهي آهيان؟“

سر بلند اچي ناني‌ءَ جا پير ڇهيا ۽ چيائين، ”امان، اسان تنهنجو اولاد آهيون. ڇڪ تاڻ وارا اسانجي هوندي اسانجي ڳوٺ جي لڄ طرف اک کڻي نٿا سگهن. ڳوٺ جي سڀني مسلمانن جو اهو گڏيل فيصلو آهي!“

سڪندر ۽ خشڪ ٽيندڙ چپن تي خوشي‌ءَ جون مُرڪون ڊوڙي ويون. ناني‌ءَ کي خبر هئي ته نمبردار ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهائيندو. ڪيس اطمينان ٿي ويو ۽ جڏهن ڪيس اطمينان ٿي ويو، تڏهن سڀن کي اطمينان ٿي ويو. ٻڌل بسترا وري کوليا ويا. ڳوٺرين ۽ هڙن مان سامان وري ٻاهر ڪڍيو ويو. اڏوڙ عورتون ڊوڙنهان ٿوڪ ۽ ماني‌ءَ تڪي‌ءَ ۾ لڳي ويون، ۽ جوان ڪنواريون آرسي منهن اڳيان جهلي پنهنجين وڏين اکين ۾ ڪجل ۽ سرمو پائڻ لڳيون ۽ پنهنجي سونهن کي ڏسي پاڻ تي شرمائجي گهونگهٽ جي لوٽ ۾ پاڻ لڪائڻ لڳيون.

ٻه-ٽي ڏينهن اطمينان سان سک ۾ گذريا. ڪنهن قسم جو ڪوبه اڻ وڻندڙ واقعو نه ٿيو. هندو مسلمان گڏجي ڳوٺ جي چوڪيداري پهرو ڏيندا هئا. پريشاني‌ءَ جي خاص ڳالهه اها ئي هئي، ته لالي جي ڳوٺ ۾ آس پاس جي ڳوٺن مان برهمڻ ۽ کترين جا خاندان پناه وٺڻ لاءِ برابر اچي رهيا هئا. ڪٿي به ڪو جهڳڙو ڪونه ٿيو هو، پر جيئن طوفان

اڇڻ کان اڳ ۾ پکي هوا سنگهي پنهنجا آکيرا ڇڏي مخالف طرف ڏانهن اڏامڻ لڳندا آهن، تيئن چئني طرفن کان لالي جي ڳوٺ ۾ هندن جا قافلا اچي رهيا هئا.

پنجين آگسٽ جي شام جو چڪ ڏاره ڳوٺ مان دهل وڄڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. دهل جو آواز وڄندو ۽ ختم ٿيندو پئي ويو. 'محلاڻ' جي اندر زالون رئڻ لڳيون، ڪي ڪي ته بيهوش ٿي ويون. ٻارن روئي روئي ڪهرام مچائي ڇڏيو. ٺيڪ انهيءَ وقت نمبردار سر بلند اچي چيو، "چڪ ڏاره کان پنج سؤ مسلمانن جو جٿو اچي رهيو آهي، اسان مقابلو ڪرڻ وارا فقط پنجاه ڄڻا آهيون. مان توهانکي بچائي نٿو سگهان، توهان پنهنجو بندوبست ڪريو."

سر بلند جي وڃڻ کانپوءِ اهڙا پڇ ڏک ستي، جيڪا مان توهانکي ٻڌائي نٿو سگهان. ماءُ ڌيءَ کي پلجي ويٺي ۽ ڌيءَ پيءُ کي، ۽ پيءُ پنهنجي اولاد کي. جنهنکي جيڪو رستو مليو، اهو اوڏانهن ولي ڀڳو. ٿوري دير کانپوءِ 'محلاڻ' جي عاليشان حويلي ويران هئي. فقط هڪ اونداهي ڪنڊ ۾ ناني پلنگ تي چپ چاپ ستل هئي. جڏهن مان سندس ڀرانديءَ پرسڻ سامهون اچي بيٺس تڏهن چيائين، "ٻچي پريا، تون ڪونه وئين؟"

"ناني، مان توکي ولي هلندس."

"ڪيڏانهن ولي هلندين، مان ته هلي نٿي سگهان."

"مان توکي پنهنجي ڪلهن تي چاڙهي ولي هلندس."

"جڏهن منهنجا پنهنجا پٽ مونکي ولي نه ويا، تڏهن تون

چا وٺي هلندين!“ ٻڍڙي نانيءَ جي اکين مان پاڻي وهڻ لڳو.

”مان وٺي هلندس،“ مان نانيءَ جي ويجهو ويس ته جيئن کيس پنهنجي ڪلهن تي کڻان.

”خبردار جو مونکي هٿ لاتو اٿئي. مونکي اتي ئي رهڻ ڏي.“

دهلن جو آواز ويجهو ٿيندو پئي ويو.

”پر ناني، اهو آواز نٿي ٻڌين؟ اهي ويجهو اچي پهتا آهن.“

”مان ٻوڙي آهيان.“ نانيءَ چيو، ”پڳوان ڪري جيڪي مان ٻڌان ٿي، سو ڪڏهن به نه ٻڌي سگهان. تون مونکي اتي ئي ڇڏي ڏي. هو مونکي ڪجهه نه چوندا. پير قلندر شاهه! هونهه، پير قلندر شاهه جو پٽ، اچي ته سهي منهنجي سامهون؟ جڏهن هو اڃا ڄائو به نه هو، جڏهن سندس ماءُ جو وهانءُ ٿيو هو، مان ٻاڻ چڪ ٿاره وٺي هيس؟ سندس ماءُ کي شاديءَ جو وڳو شڳن طور ڏيکاريو هئم. هو اچي ته سهي منهنجي سامهون؟“

”پر ناني!“

”تون هليو وڃ. مان توکي چوان ٿي، پنهنجو خون منهنجي پٽان نه مڙهه. مان وڌيڪ نٿي ڳالهائي سگهان.“

ناني پلنگ تي پاسو ورائي مونڏانهن پٺ ڏيئي سمهي رهي.

۽ مان ڪنڌ جهڪائي محلات کان ٻاهر نڪري ويس.

وڏي دروازي کان ٻاهر نڪري، مان ڪمند جي رس ڪڍڻ

ڏاري ڇمڇري ڏانهن ويس، جنهنجو رستو ڪنڊ جي ويجهان لنگهيو ٿي. هڪدم موٽڪي ڪجهه ياد آيو، ۽ مان پوئتي موٽي محلان جي ٻئي طرف هلڻ لڳس، جتي ميرن جا جهڳٽا هئا. هاڻي دهلن جي آواز سان گڏوگڏ الله اڪبر جي نعرن جو آواز به صاف صاف ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. الله اڪبر يعني خدا تمام وڏو آهي ۽ انسان تمام ننڍو آهي؛ تنگ نظر، ڪميڻو ۽ نفرت جو ٻندو آهي ۽ تهذيب جي اُتاهين ڪان اُتاهين مناري تي چڙهي به هو پنهنجي بدفطرت جي اظهار ڪرڻ کان نٿو هٽي، ڇو جو هو محض هڪ انسان آهي، خدا ناهي، انهي ڪري سون انهن نعرن کي ڪابه اهميت ڪانه ڏني ۽ آخري نظر وجهڻ لاءِ سرن جي جهڳٽن طرف هليو ويس، جتي مان ۽ شادان ٻن پهرن جو ويهندا هئاسين. پر هاڻي اتي ڪير به ڪونه هو. مون ڏاڍي حسرت سان انهيءَ جاءِ ڏانهن ڏٺو. هونئن ته انهيءَ جاءِ ۾ ڪا خاص ڳالهه ڪونه هئي؛ هڪ وارياسو ڊيپ هو، جتي اسان ٻئي ويهندا هئاسين، سامهون ويران زمين هئي. اُفق ميرن ڪڪرن سان ڪهيريل هو. اتي ڪجهه به ته نه هو. لهرائيندڙ وڻ، خوبصورت گل، رنگين شفق، آبشار، ٽڪري، پاڻي، ڍنڍ، ڪجهه به نه هو، جنهن سان انهيءَ زمين تي شاعري ٿيندي آهي. پوءِ به لعا جاءِ جنت جو ٽڪرو ڇو ٿي لڳي؟

”شادان! شادان!“ سون آهستي سڏ ڪيو. اماڻجي ملڻ جو اميد قائم هو. هوءِ اچي سرن • لڪي ويندي هئي. ۽ جڏهن مان ايندو هوس، تڏهن ڪيس سڏ ڪندو هوس ۽

هو. سُرن مان نڪتري سونڪي ڪرالڙي پاٿيندي هئي. سونڪي سنڌ هئي نه هوءَ انهيءَ وقت آئي نه هئي پوءِ به منهنجي دل ڇڪلربو. 'شادان، شادان.'

ٻر آئي ڪوبه ڪونه هو. جهڪڙو خاموش هو. سرن جي ڪنگڻين تي شام جي ڪاراڻ ڦهلجندي ويئي ٿي. مان جلدي آنان آئي پڪس، ۽ قلعي سوڀاسنگهه جي ريلوي اسٽيشن طرف ڀوڙڻ لڳس. جيڪڏهن ساڻن رات جو ساڍي اٺين وڳي ويندڙ گاڏي پڪڙي نارو وال هليو ويندس، ته سونڪي نارو وال کان لاهور وڃڻ واري Connecting ٽرين ملي ويندي. لاهور ۾ منهنجو پتا جيءُ رهندو هو.

الڪل منٽي ڪلاڪ کان پوءِ چڪر ڪاٽي قلعي سوڀاسنگهه اسٽيشن تي پهتس. ته ڪافي اونداهي ڇانئجي ويئي هئي. اسٽيشن جي پرسان ٻڙ جو هڪ تمام وڏو وڻ هو، جنهن جا ڪئين ڏار زمين تي اوڙڪيل هئا. آتي تمام گهڻي اونداهي هئي، ۽ اونداهي ۾ عجيب طرح جا ڀاڇا ڇرڪڙ ڪندا نظر آيا ٿي.

هر قدم تي موت نظر ٿي آيو. مان همت ڪري اڳتي وڌي ويس. اوچتو هڪ ڀاڇو ٻڙ جي هڪ ڏار جي پنيان نڪري مون ڏانهن وڌيو. مون مڙي ڀڄڻ لاءِ پنهنجو همٿ مٿي ڪنيو ته شادان ٻ وڙندي منهنجي ٻانهن ۾ اچي ويئي. سندس وار وکريل هئا، سندس چولي جي ٻانهن ڦاٽل هئي ۽ هو اکهڙي پرين پڇندي آئي هئي.

هن جلديءَ ۾ چيو، "مون طفيل کي سڃڪجهه ٻڌائي ڇڏيو

آهي، هو توکي لاهور تائين حفاظت سان پهچائيندو."
"طفيل مونکي اُتي ماري ڪونه ڇڏيندو؟"
"نه، هو نه مون سان اهو وعدو ڪيو آهي ته مان سندس دوست آفتاب سان شادي ڪنديس، جو ڪافي وقت کان مون سان شادي ڪرڻ گهري ٿو." هو جلدي جلدي گهٻرائجي ٿي رهي هئي ۽ سهڪي رهي هئي.
"پر طفيل ڪٿي آهي؟"
"سلطانپور اسٽيشن تي تنهنجي انتظار ۾ آهي. لاهور پهچي هو تنهنجو هٿ لکيل خط منهنجي نالي اماڻيندو. جيڪڏهن هن خط نه آندو ته مان تنهنجو پلال کي پورو ڪري ڇڏينديس."
اوچتو هوءَ رڪجي وئي. پوءِ هڪ ننڍو ساهه کڻي چيائين، "هاڻي تون وڃ."
هن اوچتو ڇرڻ عثمان زمين نظري وٺي هئي. منهنجي ڳنڍن هٿو ڪاڻ جواب ڏيڻ ڇڏيو، ۽ مان آتي تي زمين تي ويهي ڦاڙائون هڻي لڳس سان ڇنبڙي روئڻ لڳس.
"مان ڪيئن وڃان؟ توکي ڇڏي ڪيئن وڃان شاداڻ! نه مان ائين وڃي سگهان." مون چيو، "اڙي، بس ڪر، تنهنجي ڏال ۽ ٻار ٻچا آهن، ماءُ ۽ ڀيڻ آهن، پيءُ ۽ ڀاءُ آهن، جن جي حفاظت تنهنجي ذمي آهي."
"جلدي ۾ وڃ سپاهي،" هوءَ رڙ ڪئي ۾ چيو، "مان آئيندي رهنديس. مان مسلمان ٿي وينديس ۽ توسان شادي ڪنديس."
"پوءِ مان تنهنجي عزت ڪا ڪنديس،" شنداڻ آهستي ٿي، پوءِ هوءَ، هڪ جهٽڪي ۽ هن ڏاڍي پيار سان مونکي

وِمِهن تان اُٺاريو ۽ هڪ ڀار وانگر موڙ کي ٻنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ۽ ٻهنجي نرم هٿن جي تيرين سان منهنجا لڙڪ اُگهڻ لڳي ۽ منجون لڙڪن ۾ پنهنجا اکيون مونکي چئي رهيون هيون:

'اڄ ، اڄ آخري ڀيرو سان ٻنهنجي هٿن سان تنهنجا لڙڪ اُگهيان. ڇو ته هن کان پوءِ تنهنجي لڙڪن سان منهنجا هٿ ڪڏهن به آلا نه ٿيندا. ساري زندگي تون مون کان رُئندو رهندين ۽ سڄي زندگي مان تنهنجي لاءِ رُئندي رهنديس ۽ اسانجا وهندڙ لڙڪ ست سمنڊ ٻنجي اسانکي هڪ ٻئي کان دور ڪري ڇڏيندا، پر انهيءَ دوري جي بلوجود مونکي اها به مڃ آهي ته انهيءَ خوبصورت ادائن واري زندگي ۾ تون خوبصورتي، محبت ۽ شفقت جي هر مهربان موڙ تي مونکي ياد ايندين. تمام جو جڏهن مان ٻنهنجي پياري مڙس کي گرم گرم ماني کارائينديس، تڏهن توکي ٿي ياد ڪنديس ۽ رات جي هيڪلائي ۾ جڏهن ٻنهنجي ننيڙي کي سيني سان لڳائي کيس لولي ڏينديس، ته توکي ياد ڪنديس، ۽ جڏهن سڀڪجهه ختم ٿي ويندو، جڏهن زندگيءَ جا سڀ فرض پورا ٿي ويندا، جڏهن موت منهنجي اکين کي آخري ڀيرو ڇهڻ لاءِ ايندو ، انهيءَ وقت به توکي ياد ڪنديس ۽ منهنجي آخري ساهه ۾، دل جي آخري ڌڙڪن، ۽ چپن جي آخري جنبش ۾ تون دعا ٻنجي ايندين ۽ منهنجي روح ۾ سمائجي ويندين.'

'ياد.... ياد.... ياد جيڪڏهن دولت هجي ها، ته اڄ دنيا ۾

ڪو فريب نہ مجي ها! محبت جي لاءِ ڪو سِڪي نہ ها.‘ شادان پاڻ هڪ دفعي مونکي اهو چيو هو. پر مون کيس ڪجهہ بہ ورائي ڏيڻ مناسب نہ سمجهيو. مون کيس پنهنجا لڙڪ اُگهي ڏنا، سندس ڳلي لڳي کيس پيار ڪري ورتم. چو تہ گاڏي پلئيٽفارم ڇڏي، سگنل (Outer Signal) جي ويجهو اچي پهتي هئي.

اسٽيشن جي ڏاڪڻ چڙهندي مون ڦري، پويان ڏٺو. بڙ جي پاڇي ۾ شادان چپ چاپ بيٺي هئي. ۽ پري، کهٽو پري مٽيلن جبلن ۾ دهل گونجي رهيا هئا، ۽ محل ڪان پري اسانجو ڪمرو جو جهنگ جلي رهيو هو.



لاهور اسٽيشن تي پهچائي طفيل مونکي چيو، ”مونکي جا پٽ! لهڻي پرهيو. جيڪڏهن شادان سان وعدو ڪيو هيو تہ ڪيرڻان ها، تہ ملڻ گاڏي ۾ ئي توکي خبر ڪري ڇڏڻ ها. وطن هي پني لڪير ۽ خيريت جي خبر لکي ڏي. پوءِ ڪجهہ بہ نہ لکج، نہ تہ ڳالهہ پڇي وجهندس.“

مون ڇڏ چندي ڇڏ چندي شادان کي پينسل سان لکير

’شادان! تنهنجي پاءِ مونکي لاهور ٽائين خيريت سان پهچائي

ڇڏيو آهي. جيستائين زنده هوندس، تيستائين تنهنجو احسانمند رهندس.'

## ٻيج ناٽ

طفيل آخري جملو پينسل سان ڪٽي ڇڏيو. "انهيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟" پوءِ هن اهو ٻني لڪر وڙهي ڪٽي کيسي ۾ وڌو، ۽ مون ڏانهن نهاري ڏاڍي نفرت ۽ ڪاوڙ وچان چوڻ لڳو، "مالي ٻيج. منهنجي نظرن کان پري ٿي وڃ. تو کي ڏسي منهنجي اکين ۾ رت ٿو ٻرجي. ڪتا برهمڻ!"

مان جلديءَ سان اتان روانو ٿي ويس. اسٽيشن کان ٻاهر اچي ٽانگي ۾ ويٺس، ۽ ٽانگي ۾ ويهي شاهه عالمي پهتس. شاهه عالمي دروازي تي ٽانگي واري مونکي لاهي ڇڏيو. هو شاهه عالمي اندر وڃڻ کان انڪار ڪري رهيو هو، تنهنڪري مان پنڌ ئي اندر هليو ويس ۽ 'سرڪي بندان دي گلي' مان ٿي 'موتي منڊي' ۾ پنهنجي گهر طرف روانو ٿيس. رستي تي هڪ ڇوڪرو ڪڏهن منهنجي اڳيان ۽ ڪڏهن منهنجي پويان هلڻ لڳو.

مون کيس آهستي چيو. "مان جو اڪيلو هتي گهمان پيو، مان نه تيار آهيان. بس اترو سوچي ڇڏ."

منهنجي اها ڳالهه ٻڌي اهو ڇوڪرو رفوچڪر ٿي ويو، ۽ مون پنهنجي گهر جو رخ ڪيو. گهر پهچي ڏسان ته دروازي کي ڪلف ڏنل هو. گهر ۾ ڪير به ڪونه هو، ماءُ نه پيءُ، ڀاءُ نه ڀيڻ، زال ٻار سڀ غائب هئا ۽ اها به خبر ڪانه پيئي

آ. اهي ڪيڏانهن ويا آهن، ڇو تہ اس پاس جي گهرن ڪي بہ ڪلف ڏنل هئا. چوطرف خاموشيءَ ڇانيل هئي. هاڻي مان وڃان تہ ڪيڏانهن وڃان؟ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيو. اهڙي مصيبت ۾ لڙڪ بہ نٿا وهن، بس نڙي خشڪ ٿيڻ لڳندي آهي. مون ڏاڍي مشڪل سان پنهنجي منهن جي پڪ اندر ربڙمي، هيڏانهن هيڏانهن ڏٺم ۽ پوءِ گهٽيءَ جي ٽئنل ڪنسي جي هڪ سِر ڪٽي انهيءَ سان گهر جو ڪلف پڃم ۽ اندر داخل ٿي ويس.

گهر جنسي ڪانڌ آيو ٿي. سڀ قيمتي سامان غائب هو. آهي ڪاراٽتو سڀ سامان ڪٽي ويا هئا. مون رنڌڻي ۾ وڃي ڏٺو، ٿانو تہ هئا، پر ڪاڏي جي ڪاٻہ شيءِ ڪانہ هئي. تل ڪولي ڀاڻي پٽتر ۽ پوءِ مٿين منزل تي هڪ ڪٽ تي سمهي پيس. ساري رات مان مٿين منزل تي ڪڏهن جاڳند و رهيس، ڪڏهن جهوٽا ڪاٽيند و رهيس. رات جو ڪڏهن تہ اهڙي ماٺ ٿي ٿي ويئي، ڄڻ انهيءَ شهر جا سيئي ماڻهو مري ويا هجن. ڪڏهن اهڙيون رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون ٿي، جيئن مسجد وقت يڪرا بروات ڪندا آهن. ڪتي ڪولين جو آواز ٿيو ٿي، جنني طرف کان ڦتا ڪن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا ٿي، پوءِ اوهتو قبر جهڙي خاموشي ڇانئجي ٿي ويئي.

رات ۾ هڪ ڏينهن مان پنهنجي گهر ۾ لڪيو رهيس. جڏهن ٻڪ ڏاڍو ستايو، تڏهن ٻاهر نڪتس. رستي تي ماڻهن جهل پل نہ ڪئي، هلندي هلندي مان سولر منڊي لاهوريءَ ڪٽ، لاهوري گيٽ کان پاڻي گيٽ، پاڻي گيٽ

کان بادشاهي مسجد طرف پهتس. ڇو آيس؟ اها نه مونکي خبر ناهي. آنان کان پوءِ هيرامنڊي هليو ويس. هيرامنڊي ۾ انور ڪباب واري کان ڪباب وٺي کائڻ لڳس. انور ڪباب واري مونکي سڃاڻي ورتو. هن مونکي اک هڻي، پر ڪجهه ڪڇيو ڪونه. ڇو ته ٻه ٽي شڪي قسم جا مسلمان هن جي دڪان تان ڪباب وٺي رهيا هئا. جڏهن اهي هليا ويا، تڏهن هن مونکي گهٻراهٽ ۾ چيو، "پنڊت جي، اوهين اتي ڪيئن! خدا جي واسطي پٺي وڃ."

"ڪيڏانهن وڃان؟" مون ڏاڍي مايوسيءَ سان پڇيو.

انور نااميديءَ وچان ڪنڌ ڌوڻيو ۽ پوءِ يڪدم هن جي سمجهه ۾ ڪجهه آيو ۽ چيائين، "اوهانجا دوست ميان، حاجي ۽ برڪ تاجي وٽ ڪهاڻ پڌي رهيا آهن. توهان انهن وٽ هليا وڃو نه."

مون ميان جو نالو ٻڌي انور سان زور سان هٿ ملايو. اڙي مونکي انهيءَ مصيبت ۾ ميان ياد ئي نه رهيو، ميان ۽ منهنجي ته پاڻ ۾ لڳندي هئي. ۽ گڏ پيئندا هئاسين. ميان، حاجي، برڪ ۽ مان روز رات جو ڪچهري ڪندا هئاسون.

مان پويان ڏاڪڻ چڙهي ٻي منزل تي تاجيءَ جي ڪمري ۾ داخل ٿيس، اندر حاجي، برڪ ۽ ميان پي رهيا هئا ۽ تنجي هار سينگار ڪري چوڏهين جو چنڊ بڻجي ڪهاڻي رهي هئي. مونکي ڏسنديئي انهن جو رنگ مٽجي ويو. حاجي جو چهرو ته پيلو ئي ويو. پر ڪمال آهي ۽ شاباس

هجيس مهمان کي، جنهن اتي مونکي ڀاڪر پاتو ۽ ٻرڪ
مونکي، منهنجو هٿ وٺي پنهنجي پاسي ۾ ورهايو.
مهمان پڇيو، ”ڪٿان پيو اچين؟“
مون کيس ساري رام ڪهاڻي ٻڌائي.
تاجي چيو، ”توهان پنڊت جيءَ کي هتان وٺي وڃو، جيڪڏهن
ڪجهه ٿيو ته مان انهيءَ جي ذميوار ناهيان.“
مهمان، تاجيءَ جي پاءَ کان گوڏ ۽ قراقلي ٽوپي اڌاري وٺي
مونکي پارائي. پوءِ اسان ٻئي تاجي کان موڪلائي ڏاڪڻ
لهي هيٺ مهمان جي ڪار ۾ ويهاسين. مهمان پنهنجي ڪار
کي تيز هلائيندي، پارت نگر ۾ مونکي پنهنجي گهر وٺي
آيو. پارت نگر ۾ ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان مهمان جي ٻه ماڙ
بلڊنگ هئي.
جڏهن مون پاپيءَ کي سلام ڪيو تڏهن هو ڏسندي رهجي
ويئي، ڪجهه ڪين ڪڇي، چپ چاپ ڏسندي رهي، ڄڻ
ڪنهن انسان کي نه، ڪنهن مُردي کي ڏٺو هجيس. ڪجهه
ڪجهه عجيب محسوس ٿيم، ڇو ته ڏهن ورهين ٽائين منهنجي
۽ مهمان جي ميتل پينٽ جي ڪمپني ۾ حصي داري رهي
هئي، ۽ جيتوڻيڪ هاڻي مون ڪڏهن الڳ پنهنجي پبلشنگ
ڪمپني کولي هئي، پر اسان ٻنهي جون دليون ڪڏهن ٻه
الڳ نه ٿيون هيون. ٻنهي گهرن ۾ مٿن ساٿن جهڙو رستو
هوندو هو ۽ مرڻي پرڻي، ڏک سک ۾ عزيزن وانگر ملنايون
ورهائيون هيون. انهيءَ ڪري انهيءَ وقت پاپيءَ جو لٿل
منهن، ٿڪو ۽ بي مزي سلوڪ ڏسي، منهنجي دل اندر ئي

اندر ڪوٺائيجي ويٺي، پر مون پنهنجي مايوسيءَ کي پنهنجي سرڪ ۾ لڪائي ڇڏيو. جلد ئي ميان مونکي ٻيءَ منزل جي ڊرائنگ روم ۾ وٺي هليو. حاجي ۽ ٻرڪ ٻه لسان سان گڏ هئا.

مٿي پهچي ميان سامت خو ساهه کنيو. منهنجي قراقلي ٽوپي لاهي ٽپائي تي رکي ڪنڌ ڌوڻي چيائين، "غضب ڪري ڇلنتي ٻيج. اهڙي موقعي تي لاهور آيو آهين، جڏهن پاڙي پاڙي ۾ باهه ۽ فساد سان خون جي هوليءَ کيڏي پئي وڃي. هندو مسلمان جي جان جو، ۽ مسلمان هندو جي جان جو پياسو ٿي پيو آهي."
مون ميان کي چيو، "اهڙي ڇڏ يار، اسانکي هندو مسلمان کان ڇا وٺو آهي. شرليس گهراءِ."

هوان وهسڪيءَ جي بوتل کولي. اسان چار ئي ڄڻا پيئڻ لڳاسين. اسان چئر ئي پراڻا بياڪ هئاسون. گڏجي پيئڻ وارا، گڏجي کائڻ وارا، گڏجي داد ڏيڻ وارا پر اڄ رنگ ئي نه ڄميو. ڪنهن جي اکين ۾ اها چمڪ ئي نه رهي هئي. وچ ۾ خاموشيءَ جي ايڏي ڊگهي وٿي آئي ٿي، جو ساهه گهٽجڻ لڳو ٿي. مونکي هزارين شعر مختلف شاعرن جا ياد هئا، ۽ منهنجو آواز به مٺو هو، پر اڄ ڪنهنکي ڪجهه سٺو لڳوئي نٿي، محفل ۾ مزو ئي ڪونه هو. ڪڏهن ڪڏهن حاجي مونکي اهڙين نگاهن سان گهوريو ٿي، جو مونکي پنهنجي ڪنڌ تي ڪاتي وهندي محسوس ٿي ٿي. حاجي منهنجو

به يار هو ، پر ڪڏهن به ساڻس پوري طرح طبيعت نه ملي هئي. وچ ۾ هميشه هڪ ديوار جهڙي محسوس ٿيندي هئي. ميان ۽ برڪ سان مون ڪڏهن اٿين محسوس نه ڪيو. شراب جا دؤر جڏهن هليا ٿي، تڏهن وچ وچ ۾ حاجي جي طنز ڀري مُرڪ مونکي عجيب نموني پريشان ڪري ڇڏيو ٿي.

هونهه! ٿي سگهيٿو منهنجو وهم هجي. حاجي منهنجو پرائو دوست آهي! اجا تائين ڪا غلط ڳالهه هن مونسان نه ڪئي هئي. مونکي خبر آهي، هو اندر ئي اندر ۾ منهنجي ۽ ميان جي دوستي کان سڙندو آهي، ڇو جو حاجي به ميان کي ڀائيندو هو ۽ برڪ به. پر ميان کي ساري دنيا چاهيندي هئي. سندس بي فڪر طبيعت، سندس دولت، سندس فياضي، سندس بي ريا محبت هر ڪنهن کي ميان سان محبت ڪرڻ تي مجبور ڪندي هئي. پر ميان دوستن ۾ فقط مون کي گهڻو ڀائيندو هو. ميان جي ٻين دوستن ته اهو قبول ڪري ڇڏيو هو، پر حاجي متعلق مونکي هميشه کان اهوئي خيال رهيو ته هن جي دل ڪڏهن انهيءَ حقيقت کي قبول نه ڪيو آهي.

اٽڪل ڏهين وڳي، حاجي وڃڻ جي اجازت گهري. ميان کيس ترسڻ لاءِ چيو، پر هو اصرار ڪري اٿي هليو ويو. برڪ ويٺو رهيو. پر حاجيءَ جي اڌ ڪلاڪ وڃڻ کانپوءِ هو به معذرت ڏيکاري اٿي ويو.

حاجي ۽ برک جي وڃڻ کانپوءِ مون، ميان، ڀاڀي ۽ سندن ٻن ٻارن— طارق ۽ نسيم ملي ڪاٽ ي. طارق جي عمر اٺ سال آهي ۽ نسيم جي ڇهه سال. ۽ ٻئي مون کي 'چاچا' چوندا آهن.

ماني کائڻ کانپوءِ ملن ڪافي دير تائين طارق ۽ نسيم کي آکاڻيون ٻڌائيندو رهيس. اڄڪلهه ڀارهين وڳي، ٻئي ٻار آکاڻيون ٻڌندي ٻڌندي اتي صوفي تي سمهي پيا. ۽ اسان کين ستل حالت ۾ کڻي ڪمري ۾ وڃي سمهاريوسين.

انهيءَ کانپوءِ ميان پنهنجي زال کي چيو، "اڄ مان ٻيءَ جي ڪمري ۾ مٿين منزل تي سمهندس."

سندس زال ڪوبه اعتراض ڪونه ڪيو ۽ اسان ٽئي مٿين منزل جي بيڊ-روم ۾ آياسين. مون کي نه ڄاڻان ڪيترن راتين جو اوجاڳو هو. بستري تي ليٽندي ئي ننڊ کڻي ويئي. پوءِ مون کي ياد ناهي ته ڇا ٿيو، ڇا نه ٿيو. ڪڏهن ڪڏهن ننڊ ۾ ائين محسوس ٿيڻ لڳو، ڄڻ ماڻهو ميان جي گهر جو دروازو کڙڪائي رهيا هجن، ڄڻ ماڻهن جو ميڙ ميان جي گهر جي دروازي اڳيان رڙيون ڪري رهيو هجي، ڄڻ ڪو منٿ ٻاجهه ڪري رهيو هجي پوءِ ڄڻ ڪو زور زور سان روئي رهيو هجي.

پوءِ اوچتو منهنجي اک کلي پيئي.

ڏٺم ته ميان پنهنجي بستري تي ڪونه هو. ڪمري ۾ چوطرف خاموشي هئي، ڪٿان به ڪو آواز ڪونه ٿي آيو. غسلخانو کولي ڏٺم، ميان انهيءَ ۾ به ڪونه هو. مون آهستگي سان

دروازو کوليو، ته به تان آهٽ نه ٿئي ۽ اکهاڙي پهرين ڪمري جي ٻاهران ڏاڪڻ تائين پهتس.

هوڏانهن ته چوطرف خلوشي هئي، پر رات جي سناٽي ۾ هتهين حصي ۾ پير پير جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو.

مان ڏيڍ قدمن سان هيٺ لهي آيس.

مهان پنهنجي زال جي ڪمري ۾ هو. ڪمري جو دروازو اڌ ٻيڪڙيل هو. مان دروازي پرسان بيهي سندس ڳالهيون ٻڌڻ لڳس....

مهان جي زال چئي رهي هئي، "هنڪي هتي رهائڻ جو توکي ڪو حق ڪونهي."

"مان ڪيس ونڃ ڏيو هوس ڇا؟"

"مان ٿي چئان - تون ڪيس غنڊن جي حوالي ڪري ڇڏ."

"زندگي ڀر جي دوستي ڏوڙ ۾ رولي ڇڏيان! اها انسانيت آهي؟"

"پيو کو رستو به ڪونهي...." مهان جي زال زور سان چيو، "پيو ڪو رستو به ڪونهي. تون جيڪڏهن ڪيس غنڊن جي حوالي نه ڪندين ته مان توکي ۽ هن کي سک سان ويهڻ نه ڏينديس."

مهان جي زال پنهنجا ڏڪها تنهن هوا ۾ لهرايا. هوءَ انهي وقت ڏائڻ جهڙي لڳي رهي هئي. هن مهان کي سندس ڪالر کان جهليو، "وڃ، هن کي غنڊن جي حوالي ڪر."

مهان هنجي بستري تان اٿيو. هن پرسان ٿي هڪ خانو

کوني منجهانئس پستول ڪڍيو، ۽ پستول ڪڍي ڪمري جي دروازي ڏانهن وڌڻ لڳو. ان کان پوءِ مان جلدي سان پوئين پيرين پٺتي وري ڏاڪڻ چڙهي، مٿين منزل تي پنهنجي ڪمري ۾ اچي بستري تي ليٽي پيس. دل تڙڪي رهي هئي. مونکي اڃا معلوم ڪونه هو، جو ميان پستول کڻي مونکي مارڻ ڪاڻ منهنجي سيراندي کان بيٺو آهي.

اوچتو مونکي ڏاڪڻ ۾ ميان جي قدمن جو آواز ٻڌڻ آيو.

قدم منهنجي دروازي اڳيان اچي بيهي رهيا.

منهنجو ساهه نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو.

ميان هينڊل گهمايو، ۽ دروازو کولڻ بدران ڪنجي ڦيرائي بند ڪري ڇڏيائين. ڪمري ۾ اونداهي هئي ۽ مون بجلي ٻارڻ به نٿي چاهي. مان آهستي سان پنهنجي بستري تان اٿي. اوچتو وري دروازي ڏانهن وڌيس، ۽ پردي جي پويان آهستي هينڊل گهمائي ڏٺم. هينڊل ڦريو ئي نٿي. ميان دروازو ٻاهران بند ڪري ڇڏيو هو.

اتي ۾ ميان ٻاهر سگريٽ دکايو ۽ انهيءَ جي روشني ۾ ڏٺم ته ميان جو چهرو زرد هو، ۽ سندس هٿ ۾ پستول ڏڪي رهيو هو.

پنهنجي دل ۾ سوچيم، 'ڪمبخت مونکي اندر بند ڪري پاڻ ٻاهر ڪنهن جو انتظار ڪري رهيو آهي؟'

ساري رات ميان ڪمري جي ٻاهران پستول کڻي پهرو ڏيندو

رهيو، ۽ هڪ ڪن به اک نه ٻوٽيائين. ساري رات مان به جاڳندو رهيس. هاڻي اکين ۾ ننڊ ڪٽڪا ٿيون اچن. ڳجهي منجهند کي ميان ڪنهن گهاٽي آهستي سان منهنجو ڪمرو کوليو. مان جلدي سان بستري ۾ ليٽي پيس ۽ ميان مونکي زوري جاڳايو. مون چيو، "ڇا آهي ميان؟"

"اٿ، هل."

"ڪٿي؟"

"تون هل ته سهي، مان ٻڌايان ٿو."

"پهه، هٿ منهن ته ڌوئي وٺان."

"ضرورت ناهي،" ميان چيو، "دير ٿي ويندي، يڪدم هل."

مون رات جو وڳو (night -dress) لاهي، ٻيا ڪپڙا پاتا ۽ ميان سان گڏ روانو ٿيس. ميان جي هٿ ۾ اچا ڌاتين پستول هو.

اسان ٻئي هيٺ لٿاسين ته پاپيءَ کي سلام ڪيم، پر هن سلام جو ڪو جواب ڏنو. مون ڏٺو ته پاپيءَ جون ٻئي اکيون سجيل هيون.

گهر جي دروازي تي ميان جي هلمن ڪار بيٺل هئي. شيشا ٻنهي طرفن کان چڙهيل هئا. مان ۽ ميان گڏجي گاڏيءَ ۾ ويٺاسين. رستي تي ڪا ڳالهه ڪانه ٿي. ميان جي چهري تي سختي ۽ ڪاوڙ جا آثار هئا. سندس چهري کي ڏسي مونکي ڪنهن قسم جي ڳالهه ڪرڻ جي همٿ ٿي نه ٿي.

ميان جي هلمن مٽو ريلوي اسٽيشن ڏانهن وڌي.

”اسان ڪيڏانهن پيا وڃون؟“

”لاهور ريلوي اسٽيشن.“

”پر مان لاهور اسٽيشن وٽي ڇا ڪندس؟ مان ته انهيءَ مصيبت ۾ تو وٽ رهڻ آيو هوس.“

”مصيبت اها آهي جو مان توکي پاڻ وٽ رهائي نٿو سگهان.“

”ڪار اسٽيشن جي پورچ ۾ اچي بيهي رهي. ميان مونکي جلدي سان اندر وٺي هليو ۽ مونکي ڏي-ڏ روپيا ڏيئي چوڻ لڳو، ”هاڻي تون فرسٽ ڪلاس جي ويٽنگ روم ۾ ويهه ۽ مونکي ٻڌاءِ ته تون ڪٿي وڃڻ چاهين ٿو. مان توکي ٽڪيٽ وٺي آڻي ڏيان ٿو.“

”مان ڪيڏانهن به نه ويندس،“ مون زور سان چيو. ”مان لاهور ۾ رهندس. لاهور منهنجو وطن آهي.“

”تون نٿو رهي سگهين. اوڏانهن وڃ، جيڏانهون تنهنجا ماءُ پيءُ، ڀاڻر ڀينر ۽ ٻار ٻچا ويا آهن.“

”منهنجو سڀڪجهه لاهور ئي آهي،“ مون پرٻل گلي سان چيو، ”ميان، توکي سڌ آهي ته مان لاهور کان سواءِ جيءُ نٿو سگهان. مونکي لاهور سان عشق آهي.“

”عشق ۾ جدائي ٿئي ٿي،“ ميان جي چهري تي هڪ رڪي مرڪ ابري، جنهنکي ڏسي مان باهه ٿي ويس.

”مونکي سڌ نه هئي ته تون کو ايترو ڪميلو ۽ رذيل نڪرندين،“ مون ميان کي ڪاوڙ ۾ چيو، ”رات مون پاپيءَ کي چوندو ٻڌو ته بيع ناٿ کي غنڊن جي حوالي ڪري

ڇڏ. مونکي خبر نه هئي نه توهان ايتري قدر متعصب...“

ميان ساهوميءَ وچان ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چوڻ لڳو، ”رات جڏهن مان توکي غنڊن جي حوالي ڪري ڇڏيان ها ته هڪڙي احمق کان جند ڇٽي پوي ها.“

”تون ڇئين ڇا تو؟“

”توکي سڌ ناهي، رات حاجي ٻانڪان رخصت ٿيڻ کانپوءِ منهنجي گهر غنڊا موڪليا هئا. انهن گهڙي گهڙي دروازو کڙڪايو ۽ ضد پڪڙي بيٺا هئا ته توکي سندن حوالي ڪري ڇڏيان.“

”تو وٽ پستول جو هو!“ مون چيو.

”هنن وٽ به پستول هئا. مان اڪيلو هوس ۽ هو ويهه ڄڻا هئا.“

”پوءِ؟“

”پوءِ مون هڪ انتظام کان ڪم ورتو، مون کين چيو ته صبح ٿيڻ تي مان پنڊت جيءَ کي توهان جي حوالي ڪري ڇڏيندس، زنده يا مرده.“

”هو مڃي ويا؟“

”ها. پر وڃڻ وقت منهنجن ٻنهي ٻارن کي پاڻ سان گڏ وٺي ويا.“

”طارق ۽ نسيم!“ مون رڙ ڪري چيو.

”ها. بطور يرغمال، هو انهن کي گڏ وٺي ويا آهن، شايد اهو سوچي ته جيڪڏهن مان صبح جو توکي انهن جي حوالي نه ڪريان ته....“

”نه نه،“ مون رڙ ڪئي ۽ ميان جا پير پڪڙي ورتم، ”مونکي والي هل،“ مون رڙ ڪري چيو ”مونکي انهن غنڊن جي حوالي ڪري ڇڏ.“

ميان جا چپ ڏڪي رهيا هئا. معلوم ٿيو ٿي ته هو اجهو روئي ڏيندو. ٿوري دير چپ رهيو، پوءِ اوچتو هو پنهنجا پير ڇڏائي پٺ ڏيئي ڀڄندو اسٽيشن کان ٻاهر وڃي هڪدم ڪي تيزيءَ سان هلائي نظرن کان غائب ٿي ويو.

مان ٿوري دور تائين سندس پٺيان ڀڳس، پر جڏهن گاڏي نظرن کان اوجهل ٿي ويئي، تڏهن واپس اسٽيشن اندر آيس. ڪجهه دير تائين پٿر جو بت بڻجي هڪ جاءِ تي ويٺو رهيس. هاڻي وڃان ته ڪيڏانهن وڃان! ۽ پنهنجو پاڻ حوالي ڪريان ته ڪنهنکي ڪريان! آخر اهو سوچي هڪ بزدل وانگي پنهنجي دل کي آٿت ڏنم ته، اهي غنڊا ميان جي ٻارن سان اهڙو سلوڪ ڪونه ڪندا. اهڙو ظلم ته نه ڪندا جو هڪ هندو جي جان جي بدران ٻن معصوم مسلمان ٻارن جي جان وٺن. جيتوڻيڪ هن وحشت جي دور ۾ سڀڪجهه ممڪن آهي، پر....

مان اهو سوچيندو فرسٽ ڪلاس جي ڪينٽين ڏانهن مڙيس ٿي ته، هڪ شخص اينديئي مونکي زور سان ڀاڪر پائيندي چيو، ”اڙي پنڊت جي! تون ڪيڏانهن؟“

مون کيس سڃاتو. هو شاهد هو. شاهد لاهور اسٽيشن تي ٽِڪيٽ هو ۽ اسانجو يار هو. شاهد جون اکيون مونکي سڃاڻي خوشي وچان چمڪي اٿيون هيون، پر مان انهيءَ عالم ۾ پنهنجو

ٿالو ٻڌي ھراسجي ويو ھوس.

انھيءَ موقعي تي ڪنھنجو ڪنھنکي ھنڌ و ناٽي سان سڏڻ، چوڻ ته موت کي دعوت ڏيڻ برابر ھو. مون پنھنجي آڱر پنھنجي چپن تي رکي، ۽ ھيڏانھن ھوڏانھن نھاري چيو، "شش — خدا جو شڪر آھي جو ڪنھن ٻڌو ڪونه."

شاھد شرمندو ٿي ويو، "Sorry — مونکي خيال نه رھيو دوست."

شاھد مونکان معافي ورتي، مونکي پنھنجي ڪئبن ۾ وٺي ھليو، چانھه پياريائين ۽ پوءِ مونکان پڇيائين، "ھاڻي تون ڪيڏانھن ويندين؟"

مون شاھد کي ٻڌايو، "مان آيو ته ھوس پنھنجي گھر، پر ھتي اچي خبر پيم ته سيٺي ھتان ڀڄي ويا آھن. ڪجھه دير پنھنجي دوست وٽ رھيس، ۽ ھنجي لاءِ مصيبت جو باعث بڻيس. ھاڻي سوچيان ٿو ڳوٺ ھليو وڃان، شايد منھنجا ٻار ٻچا اتيئي ھجن."

"تنھنجو ڳوٺ ڪھڙو آھي؟" شاھد مونکان پڇيو.

"ڪوٽلي سودڪان."

"ڪوٽلي سودڪان ڪٿي آھي؟"

"ڪوٽلي سودڪان شڪرڳڙھه تعلقي ۾ آھي، ۽ تعلقو شڪرڳڙھه ضلعي گرداسپور ۾ آھي."

شاھد يڪدم چيو، "ته تون نارووال جي رستي ويندين — نيڪ آھي، مان توکي ٽڪيٽ وٺي آڻي ڏيان ٿو. ٿوري دير ۾ گاڏي وڃڻ واري آھي." ھن واچ ڏانھن ڏسي چيو ۽



نارو وال مان ٿي، مان اسٽيشن دربار صاحب ڪرتار پور تي لهي پيس. اسٽيشن دربار صاحب ڪرتار پور کان ڪوٺائي سوڪان، ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي آهي. جتان مان پيدل پنهنجي ڳوٺ روانو ٿيس. ڪمند جي فصل جا ڏينهن هئا. چؤگرد سرسبز کيت نظر آيا ٿي. لالهيس ۾ مال ڪمند نوائي ونو هو يا گاهه چري رهيو هو. پري افق جي جهرمر ڪندڙ ڏنڊ ۾ سج لهي رهيو هو، ۽ پري ڪنهن ڳوٺائي جاٽ جو گيت فضا ۾ گونجي رهيو هو. پيو ڪو موقعو هجي ها ته مونکي اهو سڀڪجهه ڏاڍو وڻي ها، پر منهنجا ڪپڙا ڏاڍا ميرا ۽ ليرون ليرون ٿيل هئا. منهنجي ڏاڙهي وڌيل هئي ۽ منهنجي ذهن ۾ باهه ٻري رهي هئي. انهيءَ ڪري مونکي ڪجهه به چڱو نه لڳو. اهي سرسبز کيت، هر موڙ تي مونکي حملہ آور جون لڪل جايون ٿي لڳيون. مال جا ڌڪيل ڪمند مونکي حيران ۽ اداس لڳا. ڳوٺائي جاٽ جي بيفڪر گيت جي تان ۾ مونکي دک ۽ درد جو آواز محسوس ٿيو. ۽ جڏهن منهنجي مٿان هڪدم راج هنسن جو ولر پنهنجا اڇا پر ڦڙڦڙائيندو گذريو ته، اوچتو منهنجي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. ڪيڏانهن ٿا وڃو راج هنسو؟ — مونکي به گڏ وٺي هلو.... ڪنهن انڄاتل اجنبي ڍنڍ جي ڪناري، ماڻهن جي دنيا کان تمام پري، جتي نرمل نرمل هوا لڳي ٿي، ۽ چنچل لهرون نيلوفر جي

لڪيئي وٺي هليو ويو.

گاڏي نارو وال طرف هلڻ لڳي، ته منهنجي ذهن ۾ پنجابي لوڪ گيت جو ٽڪرو اڀري آيو، جيئن اونداهي رات ۾ ڪنهن جو ڪوڙهن پريل ۾ اکيون چمڪن.

گڏي آئي، گڏي آئي
نارو وال دي
بيڙي دي داڙهي وچ
اگ بال دي!

۽ هڪدم منهنجي اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا، ۽ مونکي محسوس ٿيو ڄڻ پنجاب هڪ بيڙو آهي، هڪ اڇي ڏاڙهي وارو هاري آهي، جنهنجي ڏاڙهي ۾ فرقه پرستن باهه لڳائي ڇڏي آهي. پنجاب جلي رهيو آهي، مقدس عزت ۽ حرمت جلي رهي آهي. ۽ اهو اڇي ڏاڙهي وارو بيڙو بيوس ۽ مجبور ٿي پنهنجي منهن جي گهنجن ۾ لڪل اکين جا لڙڪ اگهي رهيو آهي، ۽ ڪنهن لوڏي لوڏي پريل آواز ۾ چئي رهيو آهي....

گڏي آئي، گڏي آئي
نارو وال دي
بيڙي دي داڙهي وچ
اگ بال دي!

پنکڙين کي چمن ڏيون، ۽ برف جي سفيد ڳڙن وانگي نازڪ ۽ حسين راح هنس پنهنجا ڏکها ڏکها غرور ڪندڪئي پنهنجي محبوبائن سان ڍنڍ جي سطح تي، گان حي وڃي، ترندا آهن. مونکي اوڏانهن وٺي هلو، جتي بادامن جون جهڪيل شاخون، پاڻي جي سطح تي پنهنجا گُل ڪيرائين ٿيون، ۽ پنجن ۽ ستن رنگن وارا سهڻا پکي فضا ۾ اندلٺ جو رنگ ڦهلائين ٿا، مونکي اوڏانهن وٺي هلو، منهنجا دوستو! مان توهانجي ٻارن سان کيڏيندس، ڏکھي ڏکھي دريائي گاهه تي ليٽي انهن اوتاهن سرن جي سفيد ڪلنگين کي ڏسندس، جي فضا ۾ امن جي جهنڊي جئن لهرائينديون آهن ۽ انهن خوابن کي ياد ڪندس، جي انهن سرن جي اوٽ ۾ ڪنهن وقت مون ۽ شادان ڏٺا هئا!.... مونکي هتي ڇڏي نہ وڃو- منهنجا رفيقو!.... اڄ انسان جي دنيا ۾ گهڻو اونداهه ڇانئجي وئي آهي، ڏاڍ ۽ ظلم آهي، تنگ نظري آهي.... ڪجهہ اونداهي تہ مان بہ درگذر ڪريان، ڪجهہ تنگ نظري نہ منهنجي روح ۾ بہ هوندي، ۽ ڪجهہ ظلم تہ مون بہ ڪنهن سان ڪيو هوندو، پر هيڏو اندير، هيڏو ظلم، هيڏي تنگ نظري مونکان برداشت نٿي ٿئي، جو هڪ انسان ٻئي جي حياتي زهر ڪري ڇڏي؟ مونکي پنهنجي ڪنڍن تي وبهاري پاڻ سان وٺي هلو، راج هنسو. مان ڪيترن ڏينهن کان ستو ناهيان، ننڊ نہ ڪئي اٿم، اوجاڳو اٿم، پر ڪٿي ويهڻ جي بہ جاءِ ۽ فرصت نہ ملي اٿم. مونکي توهانجن نرم ۽ ريشم جهڙن ڪنڍن ۾ ننڊ اچي ويندي ۽ ننڊ جي سرهئي خيالن ۾ وڃائجي

پنهنجي خوابن جي پيارين طرف نکري ويندس،
پر راڄ هنسن جو ولر هوائي ڪينچيءَ جئن جهولندو،
منهنجين اميدن کي ڪتريندو فضا ۾ گم ٿي ويو، ۽ مان
هيٺ زمين تي بيٺو رهجي ويس.
ڇو سوچيو هوم ته اهي راڄ هنس ضرور مونکي پنهنجن کنڀن
تي کڻي ڪيڏانهن وٺي هلندا؟ پلا اهو ڪيئن ممڪن هو؟
پر انسان ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون ناممڪن ۽ حاصل نه ٿيندڙ
ڳالهيون به سوچيندو آهي، ۽ اهي پوريون نه ٿيڻ تي رنڊو
آهي. سون ۾ لڙڪ اڪيا ۽ پنهنجي ڳوٺ ڪوٽلي سودڪان
ڏانهن روانو ٿيس.
ڪوٽلي سودڪان ۾ منهنجي ڏاڏي جو گهر هو. اتي
مونکي منهنجا پاءُ ڀيڻ، ماءُ پيءُ، ٻار ٻچا سڀئي ملي ويا
۽ اسان سڀ هڪ ٻئي کي ڏسي وقتي خوشيءَ کان روئڻ
لڳاسين، ڇو ته سڀني سوچي ڇڏيو هو ته بيچ ناٿ لاهور ۾
مارجي ويو هوندو. منهنجي ڏاڏي مونکي ڳلي لڳايو. هو
سگهارو، پروقار ۽ پراڻي زماني جو زميندار هو. سندس قد
ڇهن فوٽن کان به مٿي هو، ۽ پنهنجن اڇن وارن ۽ مضبوط
ڪاڏيءَ ۽ سفيد ڏگهن شهپرن سان ڏاڍو بارعب نظر ايو ٿي.
ساري ڳوٺ ۾ سندس دٻدٻو هو، ۽ جئن ته هو ڳوٺ جو
سڀکان وڏو زميندار هو، انهيءَ ڪري سڀ سندس چنبي ۾
هوندا هئا. مختيارڪار ۽ صوبيدار ۽ پيا عملدار ايندا هئا ۽
هليا ويندا هئا، پر ڳوٺ ۾ اسانجي ڏاڏي جي حڪومت قائم
رهندي هئي.

مون ڏاڏي ۽ گهر جي ٻين سڀني ڀاتين کي سمورو حال ٻڌايو ۽ کين سمجهايم تہ، هاڻي هتي گذارو ممڪن ناهي، تنهنڪري هنان پڇڙو ٿي پوندو. هن وقت تائين تہ خيريت آهي، انهي ڪري هاڻي ٿي هليو هلجي تہ بهتر آهي، نہ تہ بعد ۾....

پر ڏاڏو ڏاڍو ضدي هو، ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ چيائين، "ڇا تو چنين بيچ نات؟ جيڪڏهن هن ڌرتيءَ تي پاڪستان ٺهيو تہ ڇا ٿيو. اسان هن ڌرتيءَ تي رهنداسين ۽ انهيءَ جو جمر گهائينداسون، جنهن ستن پيڙهين کان ڪندا آيا آهيون."

"مصيبت اها آهي." مون چيو، "اوهان تہ ستن پيڙهين کان آرام ڪندا ۽ جس گهائيندا آيا آهيو، پر اوهانجا مسلمان هاري فرياد ڪندا آيا آهن، ۽ هاڻي بدلي وٺڻ جو وقت اچي ويو آهي."

"منهنجا مسلمان هاري تہ منهنجو اولاد آهن!" ڏاڏي فخر سان چيو.

"فقط فصل لهڻ تائين!" مون جواب ڏنو ۽ ڏاڏو لٺ کڻي مونکي مارڻ ڊوڙيو. منهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ وچ پئجي مونکي ڇڏايو، نہ تہ پراڻي دستور مطابق مونکي اڄ بہ مار ملي ها!

ٻئي ڏينهن شام جو ڏاڏو ورانڊي ۾ هڪ صندل تي ويهي حقو ڇڪي رهيو هو، ڪريم خان سندس پيرن کي زور ڏيئي رهيو هو، ۽ الله داد سندس چيلهہ، ۽ فضلو سندس مٿي کي مالش ڪري رهيو هو. مونکي اتان لنگهندو ڏسي سڏ ڪيائين، ۽ پوءِ فضلو کان پڇڻ لڳو، "فضلو، ڇا هتي بہ فساد ٿيندو؟"

فضلو ڏاڏي کي مالش ڪندي چيو، "مالڪ، مٿن ٻڌڻ کان ته هن ڳوٺ ۾ اڄ ڏينهن فساد نه ٿيو آهي ۽ نه ٿيندو....."

"الهه داد تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

الهه داد ڏاڏي جي چيلهه کي آهستي زور ڏيندي چيو،

"اسين ته تنهنجو اولاد آهيون مالڪ!"

"ڪريم خان تون ڇئو ٿو؟"

ڪريم خان پيرن کي زور ڏيندي مشڪي چيو، "بي فڪر رهو! جو فساد ڪندو، اسان انهيءَ جو ڪنڌ ڪپي ڇڏينداسين!"

ڏاڏي فخر سان مون ڏانهن نهاريو. هاڻي مان چا ٿي چئي سگهيس. ڪلها چنبي آنان ٻاهر نڪري ويس.

اٺ ڏهه ڏينهن آرام سان گذريا. مان پنهنجي دل جا وسوسا ۽ وهم گهٽو ڪري ڀلجي ربو هوس. اسان صبح جو تازو ڏڌ پيئندا هئاسين، ٻنپهرن جو ڪمند پچي رس پيئندا هئاسين ۽ شام جو جڏهن بلڪل واندڪائي ٿيندي هئي، ته توتن واري تلاءَ جي ڪناري، وڻن جي گهاٽي ڇانوَ ۾ سان پنهنجي ڏاڏي جي هارين سان گڏ تاش کيڏندو هوس. منهنجو سڀ کان ننڍو پٽ منهنجي هنج ۾ هوندو هو ۽ 'اوئان اوئان' ڪري منهنجي هنج ۾ کيڏيندو رهندو هو يا تاش جا پتا کڻي پنهنجي منهن ۾ وجهندو هو، ۽ ڳگون هاري منهنجي آلي ڪري ڇڏيندو هو، پر اهو ڳاڙهو ڳتول هو ۽ مونکي ڏاڍو پيارو لڳندو هو. جڏهن منهنجي هنج ۾ ويهندو هو، ۽

۽ سان ڪيس هنج ۾ ڪئي نوٽن جي ڪهڻي ڇانو ۾ ڏاڏي جي هارين سان گڏ تاش کيڏيندو هوس، ته زندگي نهري، آسمان ۾ ترندڙ اڇن ۽ هلڪن ڪڪرن وانگر نرم ۽ آهستي هلندڙ محسوس ٿيندي هئي.

ايڪيهين آگسٽ جي شام جو، جڏهين ڇلهين ۾ باهه ٻري مڪئي جون مانيون پچي رهيون هيون، ۽ اڱڻ ۾ ڪڙهي ۽ جي خوشبوءِ چوڌرد ڦهليل هئي، ۽ ڪتن سان ٻڌل ڳابا پنهنجين مائرن کي سڏي رهيا هئا، ۽ ڳهاڳهرا ۽ پڙا جهلائيندڙيون جوان ۽ خوبصورت ڪنواريون، پنهنجي مڙسن لاءِ ٿالهين ۾ ماني وڌائي رهيون هيون، انهيءَ وقت ڏاڏي جي هارين جو هڪ وفد صندل جي پرسان اچي بيٺو. انهن فريادين جئن پنهنجون چادرون آڻيون ڪري ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيون هيون، ۽ سندن ڪنڌ خوف ۽ شرم کان جهڪيل هئا.

ڏاڏو ماني کائي وارو هو ته انهن مائهن کي ايندو ڏسي ماني پاسي تي رکيائين، ۽ ڪجهه تکي لهجي ۾ پڇيائين، ”ڇا آهي؟“

هارين جي وفد ۾ ڪريم خان هو، الله ڏاڏ به هو ۽ فضلو به، رحمان به هو ۽ پيا به هئا، جنکي سان چڱيءَ طرح سڃاڻندو هوس.

ڪريم خان چادر جو پلؤ پنهنجي هٿ ۾ وٺي جهڪي چوڻ لڳو، ”مالڪ، مٿان ڪان حڪم آيو آهي ته اوهانکي

لٿيو وڃي.“

”مٿي نہ خدا آهي،“ ڏاڏو لوڪ واري نوع ۾ ڪڇيو. ”ڇا خدا توهانکي اسانجي لٽڻ لاءِ ڇڏيو آهي.“

آهي هڪ ٻن لمحن لاءِ ٻڌندا رهيا. پوءِ فضلو آهستي آهستي چوڻ لڳو، ”مالڪ توهان هتان هليا وڃو.“

”ڇو هليو وڃان؟“ ڏاڏي ڪاوڙ وچان رڙ ڪئي.

ڪريم خان هڪ سرد آهہ ڀري چيو، ”مالڪ مٿان ڪان حڪم آيو آهي تہ لٽي ڇڏيوس، اسان مٿين جو حڪم ٽاري ڪونہ سگهون.“

ائين چئي ڪريم خان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ ٽپ ٽپ ڳوڙها سندس مهريءَ چادر تي ڪرڻ لڳا.

ڏاڏي ڪاوڙ ۾ اچي چيو، ”توهان نهايت بزدل ۽ احمق آهيو، جو غنڊن کان ڊڄي ٿا وڃو. مونوٽ ڇهہ پور وارو ريوالور آهي، هڪ ٻي ناٽ ٻري آهي، ڏسان ٿو ڪهڙو ماڻي جو لال ڪوٺلي سو دڪان جي زميندار کي لٽڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هليا وڃو.“

انهن جي وڃڻ کانپوءِ مون ۽ منهنجي پتاجي بہ ڏاڏي کي گهڻو سمجهايو، پر ڪنهن بہ طرح نہ مڃيائين. اها ڳالهہ تہ ’ڪهن هتان وڃڻو پوندو،‘ سندس دماغ ۾ ويٺي ئي نٿي.

گهر ۾ بہ ٻارليون ئي پيون. ڪي چوڻ لڳا تہ هلو گهرجي، ڪي وري، جي ڏاڏي جا حمايتي هئا، چوڻ لڳا تہ اهو خون خرابو ۽ فساد ڪجهہ ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جا ٽڏي

ٿي ويندي. پوءِ اسان ويندڙن کان به وڌيڪ آرام سان رهنداسين. ۽ ڪوئلي سودڪان ۾ ته ڪڏهن ڪجهه ٿي به نٿو سگهي. چاچو آيارام ۽ وڏو پتاجي رام ايايا ته ڏاڍي جي حق ۾ هئا، پر مان، منهنجو وڏو ڀاءُ ۽ پتاجي هتان وڃڻ جي حق ۾ هئاسين ۽ جي مرد جنهن طرف هئا، انهيءَ طرف سندن زالون ۽ ٻار به هئا. آڌي رات انهيءَ بحث ۾ وهامي ويئي، ۽ انهيءَ کانپوءِ سڀئي سمهي رهيا.

پر صبح جو حملو ٿي ويو. اڃا اسان چڱيءَ طرح سجاڳ به نه ٿيا هئاسين، ٻار ٻچا ته اڃا ستا پيا هئا، مان ڀاڻ رات جو اوجاڳيل هوس، انهيءَ ڪري گهٽيءَ ۾ جڏهن دهل وڄڻ لڳا ۽ فساد ٻن جا نعرا بلند ٿيڻ لڳا. ۽ زالن ۽ ٻارن جون رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون ته هراسجي اٿي ويٺس. مان ڪنجيءَ ۽ ڪنوڏ پاڻي ستو هوس، انهيءَ لباس ۾ اٿيس گهبرائجي ڪمري جي دريءَ مان ليپ ڏنم. منهنجي ڪمري جي دري ٻاهر ڪمند جي ٻنين طرف کلي ٿي. دريءَ مان ٽپ ڏنم، ڀڄرباڻين ته ڪمند جي تيزڌار وارن ٻنن، منهنجي ڪنجي ۽ گوڏ کي هر جاءِ تان ڦاڙي ڇڏيو، منهنجين لنگن ۽ ٻانهن مان به رت نڪري آيو، ۽ ڪٿين هنڌن نديون نديون رهنديون جا گهرا نشان پئجي ويا. آخر جڏهن دهلن، نعرن ۽ رڙين جو آواز پري ٿيندو ويو، ۽ پوءِ دبجي ويو، ته مان ڏکيا ساهه کڻندو اٿي ويٺس، ۽ ٽپ مان اکيون ڦاڙي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳس.

انهيءَ وقت اٿي ڪير به ڪونه هو، ڇٽي طرفن ڪمند ٿي

ڪنڊ هو، ۽ پرڀان گوڙ ٻڌجڻ ۾ آيو ٿي، سو به هاڻ ڏيل ڏيل هو. الڪل اڌ مني ڪلاڪ کانپوءِ چئني طرفن خاموشي ڇانئجي وئي. ڏيڏرن جو آواز، ٻوڙنڊڙن قدمن جون آهٽون، ۽ ٽڪبڙن جي نهرن ۾ مايل ڏيپ پرٻل ڙٻون سڀ خاموش ٿي ويون. هاڻي منهنجي چوڌاري خاموشيءَ جي هڪ چادر تاڻجي وئي.

مان ٻنيءَ ۾ لڪيو ويٺو رهيس. هڪ ڏينهن ۽ رات ۽ ٻيو ڏينهن ۽ ٻي رات ۽ ٽئين ڏينهن جي لڳ ڀڳ ٽپهرن تائين، مان انهيءَ ٻنيءَ ۾ لڪل رهيس. ڏيپ کان ڇرڪندو به نه هوس، متان منهنجي آهٽ کان اهي خبردار ٿي وڃن. ۽ مونکي ٻڪڙي ماري ڇڏين. ٻي ڏينهن ڏاڏو ممنهن ٻيو ۽ ٻنيءَ جي گپ ۾ منهنجو سارو جسم ڳنڌو ٿي پيو، هڪ ڳالهه چڱي به ٿي، مان اجابل هوس، انهيءَ ڪري برسات ۾ ٻنل ٻنڪي ڇتيندو رهيس ۽ ڪمند جي ٻن ۾ ٻيهل پاڻيءَ کي پيئندو رهيس. انهيءَ کان اڃ نه مري وئي، پر هاڻي بک زور سان لڳڻ لڳي. ٽئين ڏينهن، ٽئين پهر جو ايڏي نه زور سان بک لڳي، جو منهنجو ڏيپ به ختم ڪري ڇڏيائين، ۽ مان بک کان بلڪل مجبور ٿي ٻيوس ٿي ٻاهر نڪتس، ۽ آهستي آهستي هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو، ڏاڏي جي گهر تائين پهچي ويس.

ڏاڏو گهر جي ڇانئٺ تي مٿو ٻيو هو، سندس جسم سڄي ٻيو هو، ۽ سندس هڪ هٿ ڇانئٺ کان ٻاهر هو، ۽ ٻيو اندر. ڇانئٺ جي ٻاهران اسانجي پاڙي جي ڪتي ’رومي‘

ڪن لٽڪاني ڏاڏي جي لاش پرسان بنا چُرپُر جي ويٺي هئي. مان ڏاڏي کي اورانگهي گهر اندر هليو ويس، ۽ ڪجهه ڪاٺ لاءِ گهولڻ لڳس. اتفاق سان صندوق ۾ مهري ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪجهه سامهون ملي ويون، ڇڪي ۾ ڪجل به ملي ويو، ۽ ڪنڌ ۾ پيل هڪ هنڌيءَ ۾ تورو ڳرُ پيو هو. ساڻي ڪاٺي رنڊلي مان ٻاهر آيس، ۽ اڱڻ ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس. الهندي پٽ سان لڳل صندل جي چادر سرڪيل هئي ۽ انهيءَ صندل تي ڏاڏي جي رت جا ڇنڊا هئا. حقي جي نڙ جدا ٿيل هئي، ۽ هيٺيون حصو زمين تي پرڀان پيو هو. پرسان ئي ڪتون ۽ منجهيون اونڌيون پيون هيون. مون اتان نظر ڦيرائي ڇڏي، ۽ ڏاڪڻي پٽ ڏانهن ڏٺم، جتي ڪدوءَ جي وَلِ ۾ ساٿو ساٿو ڪدو لٽڪي رهيو هو. ڪنڌ ۾ تنور ساڳيءَ حالت ۾ پيو هو. منهنجي نظر اوپارين پٽ ڏانهن ويئي. پٽ سان هڪ ڪٽ لڳل هئي ۽ انهيءَ ۾ اڳٿ ناهڻ لاءِ ريشمي ڌاڳن جي اڌ ي اڇا نائين پيئي هئي. ۽ اوچتو منهنجي نگاهن ۾ منهنجي ننڍي ياڻ جي ڪنوار آشا جو چهرو ڦري ويو، شرميلو، سانورو چهرو، پيشانيءَ تي تلڪ، نڪ ۾ سون جي چمڪندڙ ڦلڙي، سنهڙا سنهڙا چپ، حيا ۽ شرم ڪان مشڪندڙ ۽ ميندي‌ءَ رڱيون آڱريون ريشم جي ڌاڳن کي سلجهائيندڙ، رنگين ڏورن ۾ روزمره جي زندگيءَ جا خواب آڻندڙ — هن وقت اهي آڱريون ڪٿي آهن؟ هن گهر جي پٽ سان لڳل ريشم جي تصوير شايد هاڻي ڪڏهين مڪمل نه ٿي سگهندي! ۽

لوچنو منهنجي چوڌگرد، منهنجو گهر پرجي ويو، پرائن آوازن سان، پرائين خوشبوئن سان، چاٽل سچاٽل چهرن سان ۽ هڪ پل لاءِ مون بلڪل ائين محسوس ڪيو، ڄڻ هوءَ اڃا ڪوهي رهي آهي ۽ اتي مان چائيون لاهي پيئي، منهنجو ڪڪو اتي مان ڏکو ۽ ٻڪري پيو لاهي، ڏاڏو صندل تي ويٺو حقو پي رهيو آهي، ۽ ايريندي، پٽ سان لڳل ريشمي اڏيءَ تي منهنجي ياچائي اگهٽ مڙهي رهي آهي ۽ جهونگاري رهي آهي:

’ ڪڏي آئي ڪڏي آئي، سياهي والي
ايهنون نڪيت نه ڏئين بابو
سادي رات جدائي والي.‘

۽ هي پل اتي ڪجهه به نه هو. صندل رت جي ڪارن داغن سان پريل هو، حقي وارو هيٺيون حصو ابتو پيو هو، ڪٿون اونڌيون پيئون هيون، ۽ پٽ سان لڳل ڪٽ تي ريشم جي اڏي اڌپوري هئي.

ماني ڪائيندي ڪائيندي مون اهو سڀڪجهه محسوس ڪيو ۽ ڏٺو. ايتري ۾ ڏٺر ته رومي منهنجي پيرن وٽ آئي آهي ۽ مونڏانهن عجيب نيڪسيءَ ۽ نيوسيءَ پريل نگاهن سان ڏسي رهي آهي. رومي پيٽ سان هئي، ۽ سندس پيٽ ايريل ۽ ڪجهه ڊرڪيل هو. ڪجهه ڏينهن ۾، پند رهن ويهه ڏينهن يا شايد مهني. ڪانپوه هيءَ وياڻندي.

ڏاڏو ڪيس ڪمترو نه پيار ڪندو هو. ويچاري هيءَ به ته

تن ڏينهن کان بکايل هوندي، مون والکرو مون رومي ۾ ڏانهن ماني لکڻ اڇلايو. رومي ۾ نه کاڌو، مون ٻيو ٽڪر به اڇلايو. رومي ۾ اهو به سنگهي ڇڏي ڏنو. "اٿي کائين ته نه کاءُ، بک مر." مون ٻئي واهه ٻکلي ورتا، ۽ چنڊ ٻي ٻين مانين سان گڏ اهي ميري ڪپڙي ۾ ويڙهي پاڻ سان گڏ کنيم. خبر ناهي ڪيترا ڏينهن بکيو رهڻو پوي.

ماني کائي ٻالي پيتم، ۽ پوءِ اڱڻ مان گهر جي دروازي جي چائنٽ تائين آيس، ڏاڏي، جي لاش تان لنگهي ٻنين جي ڪناري سان هلڻ لڳس. اوچتو مون نکي ڪجهه آهٽ محسوس ٿي، گهبرائجي پٺيان ڏٺم، رومي به منهنجي پويان اچي رهي هئي.

"تون ڪيڏانهن وڃين ۾ چري، تون پيٽ سان آهين. تون ڪتي آهين، توکي ڪهڙو دٻ! تون انسان نوروٽي آهين، جو توکي پنهنجي حياتي ۾ جو ڊپ هجي. اهي ته سڀ تهذيب جون ڳالهيون آهن. وڏن وڏن مذهبن ۽ اخلاق جا جهڳڙا آهن. اها تلوار ته تمام بلند اصولن جي حمايت ۾ نڪتي آهي. شڪر ڪر جو تنهنجي نڙي انهيءَ سان نه ڪٽبي. شڪر ڪر تون غير مهذب آهين، جاهل ۽ بي اخلاق آهين. شڪر ڪر نه توکي اها خبر ڪانهي ته مذهب ڇا آهي، تو ڪڏهن سنڌياڻي نه ڪئي آهي، ڪڏهن پنج وقت نماز نه پڙهي اٿئي. تون ڪڏهن ڪنهن ديول، مندر ۽ مسجد نه ويئي آهين، تو ڪڏهن آزاديءَ جو مفهوم نه سمجهيو آهي، ڪڏهن ڪنهن سياسي ليڊر جي تقرير نه ٻڌي آهي.

شڪر ڪر تہ تون ڪتي آهين، انسان نہ آهين.

”پٺتي وڃ، منهنجي پويان نہ اچ، ڇو تہ مان هڪ انسان آهيان، ۽ پنهنجي جان بچائڻ خاطر ٻئي انسان کان ڀڄندو وتان. پٺتي وڃ ۽ پنهنجي ڳوٺ هلي وڃ، جتي مان رهندو هوس ۽ جتي تون رهندي هئين، جتي مان پيدا ٿيو هوس ۽ جتي تون پيدا ٿي هئين. جتان مونکي ڪڍيو ويو آهي، پر توکي ڪڍڻ بہ هٿ نہ لائيندو ڇو تہ تون هڪ ڪتي آهين، انسان ناهين.

”هلي وڃ انهيءَ گهر ۾ — اهو گهر سدائين هميشہ جيئن ويران ۽ برباد نہ رهندو؟ ڪو تہ رهندو انهيءَ گهر ۾ — ۽ ڪو تہ انهيءَ حقي جي هيٺئين حصي کي ڪلندو، ۽ چنبي ٿوڪي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائيندو ۽ حقي ۾ تازو پاڻي وجهي ٽوپيءَ ۾ تماڪ وجهي اڱر رکي، انهيءَ صندل تي ويهي حقو پيئندو، ۽ ريشمي اڏيءَ ۾ ورتي ڪنهن شرميلي ۽ معصوم ڪنوار جون مينديءَ رتيون آڱريون ڦرنديون، ۽ اميدن جون امٽ تصويرون اڀرنديون جيڪي منهنجي ننڍي ڀاءُ جي ڪنوار نامڪمل ڇڏيون هيون. اهو گهر وري جرڪي اٿندو. تنور ۾ باهہ ڀڙڪندي. صندوق سان گرم گرم مانين جي خوشبوءِ ايندي، ۽ ڪڏهن جي ماني ول سان ڍڪيل اڱڻ، نوخيز ڪنوارين جي گيتن سان گونججي اٿندو، ۽ ڪا سعيدہ ۽ حميدہ ڪڪڙي اڇلندي ڊوڙندي ۽ ٽهڪ ڏيئي کلي ڏيندي:

ڪڪڙ لڪ ليڙ دي
پڳ ميري وير دي
دوپٽا ميري ڀاڀي دا
ڦٽي منھ جوائي دا

ها! تنھن زندگي ايندي ۽ پراڻن ظلمن کي ڏوڻي ڇڏيندي.
انھيءَ ڪري تون واپس هلي وڃ رومي.
پر رومي واپس نه ويٺي. هوءَ منھنجي پوٺان لڳي رهي هئي، ڪنڌ جهڪائي، ڪن لٽڪائي.
بيوقوف، احمق ڪتي!

# ٤

هتي اهو ضروري آهي ته مان پنھنجي مصيبتن جو حال ٻڌايان. اسٽيشن دربار صاحب ڪرتارپور کان ڏيڍ ميل اورڀين طرف اسانجو ڳوٺ هو، ڪوٽلي سودڪان. ڏيڍ ميل پرڀين طرف ڪنجروڙ جو ڳوٺ هو، وچان ريلوي لائين هئي جا نارو وال ڏانھن ٿي ويئي. مان جيئن ته نارو وال کان آيو هوس، انھيءَ ڪري اوڏانھن وڃڻ ٿي چاهيم. ٻچاءَ جو رستو هڪ ٿي هو، ته ڪنھن طرح گوردواره ڪرتارپور پهچي، ۽ اتان ڪيئن به ڪري راويءَ جي ڪناري پهچي وڃان، انھيءَ

هند، جنهنجي پار ديره بابا نانڪ جو ڳوٺ ۽ وچهر راويءَ جي پل هئي، جنهن پاڪستان جي سرحد کي هندستان جي سرحد کان جدا ڪيو ٿي.

جنهن وقت مان اهو سوچي رهيو هوس، ٺيڪ انهيءَ وقت ڪنجروڙ کان ۽ ڪنجروڙ جي پرڀرو وارن ڳوٺن کان ايندڙ هندن جا قافلا به اهو ئي سوچي رهيا هئا. اهي به اسٽيشن ڊيرا ڪرتارپور کي ڪراس ڪري پڪي رستي تان هلي رهيا هئا، جو ديره بابا نانڪ جي پل ڏانهن ويو ٿي.

انهيءَ قافلي ۾ الڪل ٽيهه چاليهه هزار ماڻهو هئا.

مان اڪيلو هوس ۽ هو ڪٿن به مان هڪ ڏٺو ۽ بزدل انسان آهيان. سچي زندگي کو ڏنگو فساد ڪونه ڪيم، ڪڏهن ڪنهن کي ڌڪ نه هنيم، ۽ ڪي خاص تڪليفون به ڪونه ڏنم. زندگي هر وقت ٿاٺين ڏاڍي عيش ۽ آرام ۾ گذري هئي، انهيءَ ڪري ڪنهن کان شديد نفرت ڪرڻ جو موقعو به اڄ ٿاٺين نه مليو هئم. ٿين ته ايم ايترو ته اثر ڪيو هو، جو منهنجي دل مان آرچ نيچ، ذات پات، مذهب، رنگ ۽ نسل جا اختلاف ختم ٿي ويا هئا. اهي ڳالهيون مونکي ڪجهه ٺيڪ نٿي لڳيون.

منجهانئن مونکي پاروتي ڏميءَ جي ڪتاڻ جي بوءِ ايندي هئي، ۽ دل ائين چوندي هئي ته جئي به اهي چيزون ملن، انهن کي جلدي ڪٺي ڪنهن گندي ناليءَ ۾ اڇلي ڇڏجن. منهنجن دوستن مان هندو، سک، مسلمان، عيسائي، يهودي، انگريز سڀئي قومن جا هئا، جيئن ڪنهن ڇڱي موچاري

بزنس مين (Businessman) جا ٿيندا آهن. پر منهنجو سلوڪ انهن سڀني سان سٺو، ۽ انهن جو سلوڪ مونسان به سٺو هو، انهيءَ ڪري مان ڪڏهن انهن جي دلين ۾ اترو گهرو نه پهچي سگهيو هوس. ۽ جيڪڏهن اٿين چوان ته اڄ تائين سان پاڻ ڪڏهن پنهنجي دل ۾ اترو گهرو پهچي نه سگهيو هوس، ته به غلط نه ٿيندو! شايد حالتن، آسودگيءَ ۽ منهنجي بي پرواهه لاآبالي مزاج، ڪڏهن مونکي انهيءَ جي فرصت ئي نه ڏني ۽ فرصت نه اچا به مونکي نه هئي. انهيءَ وقت مان اڪيلو هوس ۽ جهنگ ۾ هڪ ڪمزور جانور جيئن پنهنجي جان بچائڻ جون ترڪيبون سوچي رهيو هوس، ۽ پنهنجو پاڻکي اڪيلو پاتم ٿي. جهنگ کان ناٿو ته ڪنهن هزار سالن اڳ لڏتي چڪو هو ۽ تهذيب جي سنهڙي وڪي ڪي مون ڪڏهن به پاسيرو ڪري نه ڏٺو هو- اڄ اهو وڪو اتفاق سان، حادثن ڪان، تاريخ جي وار سان ڦاٽي پيو هو ۽ اندران جهنگ نڪري آيو هو ۽ مان ڪيس ڏسي هراسجي ويو هوس. مان انساني آبادين ۾ پليل، انساني تهذيب ڪي مستقل ۽ دائم سمجهندڙ انسان، اڄ به سمجهڻ کان قاصر رهيو هوس ته انهيءَ جهنگ ۾ ڪيئن رهجي، جنهن ۾ مونکي نه چاڻان ڪيترا ڏينهن ڪيترا مهنا رهڻو پوي. ڪمند جا کيت، ڏشمنن جون لڪل جايون نظر ٿي آيون، هر آڻاهين جي اوٽ ۾، هر لاهيءَ جي هيناهين ۾ مونکي موت نظر آيو ٿي، ريلوي اسٽيشن ٿي بگهڙ تاڪ ۾ هئا، ۽ مي ريل جي پٽڙي جا هتان نارو وال وڃي ٿي ۽ نارو وال کان لاهور وڃي ٿي،

جا منهنجي ذهن ۾ هميشه کان وڌيڪ صدميءَ جي تهه ۾ سڀ
۽ حفاظت جي علامت رهي آهي. اڄ موت جو ٻوجهو پهريون
وهي آهي. جڏهن ڏهي ٿي ملندي رستو پلجي ويو،
ڪمند مان لنگهي گوردواره ڪرتارپور صاحب ڏانهن وڃڻ
بدران اسٽيشن دربار صاحب ڪرتارپور کان اهي ٽڪيٽس،
تڏهن مون ڪمند جي اوٽ مان لڪي ڏٺو ته اوتاهين
جوئين جي پويان، پيرن جي جهنڊ ۾ ڪمند جي پنن ۾
بلڪل منهنجي سامهون، ڇهه ستن موهارا مسلمان فسادي منهن
کي ڍڪي جي ورسائي ڍڪي، هٿ ۾ بلم، ڇرا، لوڙهون
۽ بندوقون کڻي بيٺا هئا ۽ ڪمند جي هن پار، ريلوي لائين
جي ٻي طرف، رستي تان گذرندڙ، ڪنجروڙ طرفان ايندڙ
هندن جي قافلي ڏانهن نهاري رهيا هئا. اهي مونکي نه ٿي
ڏسي سگهيا ڇو ته سندن پٺ مون ڏانهن هئي ۽ مان سندن
پويان ڪمند جي پنن ۾ لڪل هوس، پر مان کين صاف
ڏسي رهيو هوس. ۽ اهي هڪ ٻئي پويان، بلم تيار ڪري
شڪارين جيئن انهن ڪتن ۽ هوشيار بيٺل هئا جو کين
ڏسي هڪدم مونکي احساس ٿيو، ڄڻ مان انسان نه هوس،
سهو هوس، لومڙ هوس، ڇوڪرو هڪ اونداهو گهاٽو جهنگ
آهي، ۽ سر سبز پنن ۾ اڪيلي بي رحم گهاٽيون گهاڙيون
اکيون، ۽ ڏکيا تيز ڇريءَ جي ڌار جهڙا ننهن منهنجي
گوشت ۾ کپي وڃڻ لاءِ تيار آهن.

مونکي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هڪ عجيب احساس ٿيو
۽ مان هڪ سوچ لڳس جيستائين موت سامهون هو.

ڪڏهن ڪڏهن دماغ ۾ ٻه ٽي متوازي سطحن تي ڪم ڪندو آهي. مان ٻنيءَ ۾ لڪڙ وڍيندو هوس. منهنجي سامهون ڪمند جي ٻنيءَ هئي، ٻيرن جي جهنڊ ۾ ۽ ريلوي لائين جي اورئين طرف وارن ٻنين ۾ حملو ڪندڙ وچهه ڪولن جي ٽاڪ ۾ آهن، ۽ رستي تان قافلو گذري رهيو آهي: ٻڍا، ٻار، عورتون، جوان ـــ هندو، سک، ڪتري، برهمڻ، موهي، ڀنگي، راجپوت، تيلي، زميندار، سيٺ سڀ وڃي رهيا هئا. ڪڏهن اهي سڀ پاڻ ۾ وڙهندا هئا، هڪٻئي سان بي ايماني ڪندا هئا، هڪٻئي جو نقصان ڪندا هئا، هڪٻئي جو گلو ڪپيندا هئا. پر اڄ سڀئي ڪنڌ جهڪائي گڏجي ڀڄندا وڃي رهيا هئا ۽ مونکي ياد آيو ته جڏهن جهنگ ۾ ڪا تمام وڏي آفت ايندي آهي ـــ ٻوڏ، طوفان يا باهه ـــ تڏهن سڀ جانور گڏجي ڀڄندا آهن. هرڻ ۽ شينهن، رڇ ۽ هاٿي، چيتا ۽ نيل گائون، نانگ، گدڙ ۽ سهڙ ۽ انهيءَ مصيبت جي وقت ڪو ڪنهن تي حملو نٿو ڪري، ڪو ڪنهنجو حق نٿو ماري. سڀ هڪ مشترڪ خطري کان بچڻ لاءِ هڪ مشترڪ مصيبت جي سامهون گڏجي ويندا آهن، جهنگ جي جانورن وانگي!.... رستو مونکي انهيءَ وقت بلڪل جهنگ جو هڪ پيچرو لڳي رهيو هو، جنهن تي هزارين جانورن جا ولر هراسجي تيز تيز قدمن سان جان بچائڻ ڪاڻ ڊوڙندا وڃي رهيا هئا.

جڏهن قافلي جو منو حصو لنگهي ويو، تڏهن ڪمند ۾ لڪل مسلمان فسادين جي اڳوان هڪ اشارو ڪيو ۽ انهن اشارو

ملنديئي، تڪبير جي بلند نعرن سان گڏ ڇرا، ڀلا، لوڙهون، تلوارون ۽ لٺيون وسائيندا، قافلي تي حملو ڪري ڏنو.

قافلي ۾ اڇي ياڃ ڄڻي، جنهنڪي جيڏانهن رستو مليو، اوڏانهن ونيو ڀڳو. بچاءَ لاءِ ڪنهنکي هوش نه هو، بچاءَ جون سڀ اميدون سندن دلين مان نڪري چڪيون هيون. هينئر ته هڪ اتفاق لاءِ اميد رکي، هڪ اميد تي جيئندا هلي رهيا هئا، ته ڪيئن به ڪري راويءَ جي پل تائين پهچي وڃون، نه ته اخلاقي طور تي انهن مان هر شخص مري چڪو هو.

انهيءَ ڪري هنن سوين ماڻهو اڌ ڪلاڪ ۾ گجر مورين وانگر وڍي قتل ڪيا ۽ پوءِ حملي ڪندڙن جو هجوم پنهنجو ڪم ڪري ڪنهن ٻئي طرف روانو ٿي ويو.

مون سوچيو، قافلي سان گڏ هلڻ اجايو حماقت ٿيندي. جيڪڏهن جان بچي ته اڪيلائيءَ ۾ به ڪنهن طرح بچي ويندي، نه ته موت ته يقيني آهي. اهو سوچي مون ڪنهن قافلي ۾ شامل ٿيڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ شام تائين ڪمند ۾ لڪو ويٺو رهيس.

شام تائين مونکي ڏاڍي اڃ محسوس ٿيڻ لڳي. نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀڻ لڳا. هاڻي ڪنهن طرح ڀڪ به نڙيءَ ڪان هيٺ نٿي لٿي، ۽ تارون سان چنبڙي خشڪ ٿي ٿي ويئي. پوءِ اهو وقت به آيو جو نڙيءَ ۾ ڀڪ ٿي نه رهي ۽ مون گهٻرائجي اسٽيشن دربار صاحب ڪرتارپور وڃڻ جو سوچيو. اتي ته پاڻي ضرور ملي ويندو. هڪ دفعو پاڻي پي وٺان بعد ۾ پل ڪو چاهي ته ماري ڇڏي.

اهو سوچي مان ڪمند مان ٻاهر نڪتس ۽ ريل جي پٽڙي جي ڪناري کان هيٺاهين ۾ لڪندو ڇپندو اسٽيشن دربار صاحب ڪرتارپور پهچي ويس.

اڄ اسٽيشن تي اونده هئي، دروازي تي ٽڪيٽ بابو ڪونه هو. پليٽفارم تي بتيون پر ٻرنديون ڪونه هيون. اسٽيشن ماستر جي ڪمري ۾ اسٽيشن ماستر مئو پيو هو. ٻاهر پليٽفارم تي چؤطرف هندن ۽ سکن جا لاش عجيب بي ترتيبيءَ جي حالت ۾ پيل هئا. مان انهيءَ ساري منظر کي هڪ متاڃري نگاهه سان ڏسندو 'هندو پاڻي' ڏانهن وڌي ويس، ۽ پيٽ ڀري پاڻي پيتم، پر انهيءَ وچ ۾ مان بلڪل چورن جهڙي اسٽيشن داخل ٿيو هوس، ۽ ذرو به ڪٿي مون آهٽ نه ڪئي هئي، هاڻي جو پاڻي پي چڪس ته مون اطمينان سان چؤطرف هڪ گهري نگاه ڊوڙائي. ڪٿي به ڪو ماڻهو جيئرو ڪونه هو، چؤطرف لاش ئي لاش هئا.

پر هڪدم، پليٽفارم تي الهندي ڇيڙي کان مونکي هڪ ڏنڊلو چرندڙ ٻاچو نظر آيو، جنهنکي ڏسي مان 'هندو پاڻي' جي وڏي مٽ پويان لڪي ويس.

هندو پاڻيءَ جي مٽ اڳيان ڪجهه فاصلي تي 'مسلم پاڻي' جو ڪارو مٽ هو. انهيءَ کان اڳتي اسٽيشن جي ڇهڪندڙ وراندي ۾ پتل جو هڪ گهنڊ لٽڪيل هو. انهيءَ کان پريان اهو ڪارو ٻاچو ڪجهه گهولهندو، لاشن تي جهڪيل نظر اچي رهيو هو. ٿوري وقت کانپوءِ اهو ٻاچو مٿي اٿيو. هاڻي مون ڏٺو ته، هڪ ٻڍو، اڇي ڏاڙهيءَ سان ڪمزور ماڻهو

آهي، ۽ سنڌس هٿ ۾ اسٽيشن جي گاڏي ۾ ٻاٽي روشني واري لالٽين آهي ۽ هو لاشن وچان لنگهندو هڪڙي، گهولي رهيو آهي. مون سوچيو، ’وچارو! پوڙهو شايد سنڌس جوان پٽ مارجي ويو آهي، يا ڪو ٻيو مائٽ ــ ۽ هي لالٽين کڻي ڪيس گهولي رهيو آهي، ۽ لاشن کي اٿلائي پٿلائي، سنڌن چهرن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.‘
جڏهن هو منهنجي ويجهو آيو، تڏهن ڏٺم ته هن چهرا نٿي سڃاتا، پر لاشن جا کيسا ڦولهي رهيو هو، ۽ انهن مان رپيا، پئسا، نوٽ ۽ اهڙيون ٻيون قيمتي شيون ڪڍي هڪ ٿيلهي ۾ وجهندو ٿي ويو.
نه ڄاڻ، منهنجي دل ۾ ڇا آيو، جو مان پنهنجي جاءِ تان آهستي اٿيس، ۽ پويان وڃي سنڌس هٿ پڪڙي ورتم، جڏهن هو هڪ لاش تي جهڪيل هو.
جڏهن مون رعب سان کانئس پڇيو، ”تون ڪير آهين؟“ تڏهن پوڙهي جي نڙيءَ مان ڪو آواز ئي نه نڪتو. سنڌس اکين جا تارا نڪري آيا، چپ ڏڪڻ لڳا ۽ ٻڏندي سنڌس وات مان نڪتو، ”مان.... مان.... مسلمان آهيان!“
”مسلمان آهين، ته ڄاڻي ٿو پورو ڪريانءِ!“ ائين چئي مون سنڌس نڙيءَ تي زور ڏنو.
پوڙهي جي وات مان ڪف نڪري سنڌس ڏاڙهيءَ تان وهڻ لڳي. ٿيلهو ڇڏي ٻئي هٿ پوڙهي جوڙڻ لڳو، ”نه.... نه.... مان مسلمان ناهيان.... مان، مان بلاقي شاهه آهيان، ڪنجروڙ وارو بلاقي، بلاقي شاهه ــ تو منهنجو ناٿو ته پڌو هوندو.“

اسانجي علائقي ۾ ڪنجروڙ جي ٻلاقي شاه جو نالو ڪنهن نه ٻڌو هوندو. هو اسانجي علائقي جو سڀ کان وڏو ميڻ هو. ڪو هاري اهڙو نه هو جو سندس قرضي نه هجي، ڪو اهڙو گهر اسانجي علائقي ۾ نه هو، جنهنجا زيور سندس گهر گروي رکيل نه هجن.

”ٻلاقي شاه! تون هتي ڇا پيو ڪرين؟“

”منهنجو ته ڪوبه ڪونه بچيو آهي، سيٺي مارجي ويا ۽ جو ڪجهه منهنجو هو، لٽجي ويو.“

”اهو تنهنجو هو ئي ڪٿي، ٻلاقي شاه!“

هن منهنجي ڳالهه جو جواب نه ڏيئي چيو، ”فقط هڪ ڌيءُ بچي اٿم، اها اڳتي قافلي ۾ نڪري ويئي آهي، هاڻي وڃي ڪيمپ ۾ ڳولينداس تڏهن ملندي.“

”پر هن وقت هتي تون ڇا پيو ڳولين؟“

”هي.... هي....“ ٻڌو سشڪيو، مونکي، هڪ هندوءَ کي ڏسي ڪيس اطمينان ٿي ويو هو. چيائين، ”پٽ منهنجي هڪ ئي ڌيءَ آهي هاڻي، ۽ پيو ته ڪجهه به ڪينهي، جيڪڏهن بچي به ويس ته جوان ڌيءَ جي شادي ڪيئن ڪرائيندس؟ اهو ئي سوچي ملان....“ هو چپ ٿي ويو ۽ زمين تي اونڌي پيل ٿيلهي طرف اشارو ڪيائين.

مون ٿيلهو کلي ڏٺو: منجهس ڀن ربين جا نوٽ هئا، ڏهن جا نوٽ هئا، پنجن جا نوٽ هئا ۽ ڪجهه سؤ جا نوٽ به هئا، ڪجهه ڇوٽ پئسا پيا هئا، ٽي چار واڇون هيون ۽ سون جون ڇهه ست منڊيون هيون.

ٻڌي چيو، ”سوچيم، هي مري ته هونئين ويا آهن، هي ربا مون جي ڪهڙي ڪم جا؟ مسلمان ايندا ۽ انهن جي دولت کڻي ويندا.“

”تنهنجي دولت؟“

”ها، انهيءَ ڪري مون سوچيو ته انهن مان ڪنهن ملان هي.... هي.... هي.... ربا.... منهنجي ڌيءَ جي ڏاج ۾ ڪم ايندا....“

”ته تون هن لاشن ۾ پنهنجي ڌيءَ جو ڏاج پيو ڳولين؟“

مون ڏاڍي حقارت ۽ نفرت سان پڇيو، ڇو ته مونکي سندس ڳالهه جو بلڪل يقين نه هو.

”ها بابو ....، هن منت واري لهجي ۾ چيو، ”۽ تون هتي ڇا ٿو ڳولين؟“ هن مونکان پڇيو.

مان ٿوري دير تائين ته چپ رهيس، چپ چاپ کيس ڏسندو رهيس. ”مان اهو وطن ٿو ڳوليان جنهنکي تنهنجي لالچ وڃائي ڇڏيو.“ مون اداسيءَ سان چيو ۽ ٻلاقي شاه جي ڳچيءَ مان هٿ ڪڍي ورتم، ڇو ته مونکي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ مون ڪنهن انسان جي ڳچيءَ نه ڪنهن نانگ جي ڪُلَ تي هٿ رکيو هو. مون کيس زور سان ڌڪو ڏيئي لاشن تي ڪيرائي ڇڏيو، ۽ پاڻ اسٽيشن کان ٻاهر نڪري ويس.

اسٽيشن کان پري وڃڻ کانپوءِ مون پٺيان ڏٺو ته مونکي اهو اونداهو پاڇو نظر آيو، جو ڳاڙهي بتي جهلي لاشن ۾ گهمي رهيو هو— ٻلاقي شاه!

# ٥

اسٽيشن کان نڪري مون هڪ ڪچي رستي تي هلڻ شروع ڪيو. رستي جي ٻنهي طرفن ڪمند جون ٻنيون هيون، ۽ رات جي اونداهيءَ ۾ ڪنهن قلعي جي ڀت وانگي ڏکيون ۽ مضبوط نظر اچي رهيون هيون. رفتہ رفتہ شرم ۽ خوف ڀڄي انهيءَ ڪمند ۾ لهي آئي هئي. چوطرف هڪ خوفناڪ سناٽو هو، فقط منهنجي پيرن اندر ڙ ڪتيءَ ڪڏهن ڪڏهن آسمان طرف منهن ڪري روئي ڏنو ٿي. هي روميءَ به عجيب ڪتي آهي. ڏينهن جو ڪڏهن به نه رنندي آهي. خاموشيءَ سان آهستہ ڪانسواءِ مونسان گڏ ڪمند ۾ لڪي وڃي هوندي آهي. مان هلڻ لڳندو آهيان ته هيءَ به گڏ هلندي آهي، مان ويهي رهندو آهيان ته هيءَ به ويهي رهندي آهي، پر مونکان پري رهندي آهي، جو ته هڪ دفعي ڪاوڙ ۾ اچي مون ڪيس لت هنئي هئي، پر لت لڳڻ کان اڳ ئي رومي ڀوڳي هٽي وئي هئي ۽ منهنجو وار خالي ويو هو. انهيءَ وقت کانپوءِ رومي ڏاڍي هوشياريءَ کان ڪم وٺڻ لڳي هئي، جو ته روميءَ جي پيٽ ۾ سندس ٻار پرورش پائي رهيا هئا، ۽ ڪيس سندن حفاظت به ڪرڻي هئي، ۽ پهنجي دانست ۾ منهنجي به. انهيءَ ڪري رومي منهنجي پويان هلندي به مونکان دور دور ٿي رهي. ڏينهن جو بلڪل خاموش رهي ٿي، جو ته ڏينهن ۾ حملي جو ڊپ هو، خبر ناهي اوتري

عقلمندي هن ڪتيءَ کي ڪنهن سمجهاڻي ڏني هئي؟ هوءَ فقط رات جو رُئندي هئي، ۽ منهن کڻي آسمان طرف ٻين ڪندي هئي. مٿي آسمان تي ڪير آهي رهمي، جنهن ڏانهن ڏسي تون هيٺئين فرياد ڪرين ٿي؟ اڄ ته آسمان جو رنگ ڪارو آهي ۽ ڪوبه تارو ڪٿي نٿو ٽمڪي، ۽ زمين بلڪل خاموش ۽ ڊپ وچان سُنسان ويٺي آهي. اُتي ڪان اُتي تائين هڪ سنالو ڇانيل آهي هوا به ٿي رڙي، ۽ ٻنهي طرفن ڪان قلعي جون پٿرن ڏاڍيون مضبوط ۽ اوچيون آهن. تنهنجي فرياد جو آواز انهيءَ مضبوط اونداهي کي چيري ڪيڏانهن ٿو وڃي سگهي، جو ته اونداهي کي دل ئي ڪانهي. فقط پيٽ ڀرِيندو آهي ۽ فرياد فقط دل ئي ٻڌي سگهندي آهي، پيٽ ته فقط رت پيئي ڄاڻي ٿو!

ڪجهه عرصي تائين اُتي هلندو رهيس. دل ۾ خيال اهو هو ته شايد مون انهيءَ رستي کي ڳولي ورتو تائين حفاظت سان پهچي ڪرڻ جو رستو ڳولي ورتو آهي، پر ڪجهه ديهن هلڻ ڪانپوءِ معلوم ٿيو ته مان رستو ڀاڄي ويو آهيان، هي ته اهو رستو ناهي جو مون سمجهيو هو. هي ته ڪو ٻيو ئي رستو آهي ۽ نه ڄاڻ ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ سوڙهو رستو آهستي آهستي وڪرو ٿيڻ لڳو. آهستي آهستي انهيءَ رستي تي قافلي جي گذرڻ جا نشان نظر اچڻ لڳا. سوين قدمن جي الجهيل مٽي ڪٿي تي لڪل رهي. رستي جي ڪناري هڪ پڊ ۽ ڳوٺالو ڪنجهندو مليو. مونکي ڏسي يڪدم ڊ ڇهي ڇپ ٿي ويو. جڏهن مان سنڌس وڃي وڃي ويهي رهيس

نہ مون ڏانهن اهڙيءَ طرح ڏٺو، ڄڻ منهنجي سامهون موت کي ڏسي رهيو هجي.

مون چيو، ”گهٻراءِ نہ، مان هڪ رفيوجي آهيان.“

هن جي پيٽ ۾ ساهہ پيو. سندس اپريل نڙگهٽ ۾ دفعا خاموشيءَ سان هيٺ مٿي ڦريو، پوءِ سندس نڙيءَ ۾ ڦاٿل آواز ڏاڍي مشڪل سان، ڪنگهہ سان گڏ نڪتو....

”واهگرو.... واهگرو.... مون تہ سمجهي ڇڏيو هو...“

”تو غلط سمجهيو هو- بابا، هتي ڇو پيو آهين؟“

”منهنجا پٽ مونکي پاڻ سان گڏ وٺي نہ ويا.“

”ڇو نہ وٺي ويا؟“

”ڇو تہ مونکان هليو نٿي پڄو، پٽ. تمام پوڙهو ٿي ويو آهيان نہ.“

”تنهنجا ڪيترا پٽ آهن؟“

”ٽي هئا- ٽيئي جوان ۽ تندرست هئا، ابتريقدر جو هو مونکي ڪٺي آيا هئا، پر هتي جڏهن حملو ٿيو تڏهن اهي مونکي ڇڏي ڀڄي ويا....“

”چچ.... چچ چچ....“ مون همدردي ظاهر ڪندي چيو.

پڏي منهنجي همدرديءَ جو غلط مطلب ورتو ۽ ٻاڏائيندي چيائين، ”پٽ، مونکي هتان ڪان ڪٺي پُلُ تائين وٺي هل. پڏو اتر تہ راريءَ جي پُلُ هتان ڪان تمام وڇهي آهي. مونکي پل تائين پهچاءِ، توکي زندگي ڀر دعائون ڪندس- بس ڪيئن بہ مونکي پل تائين وٺي هل.“

مون چيو، ”بابا، مان پاڻ پل تائين پهچڻ چاهيان ٿو. پنهنجو پالڪي ڪنهن طرح پهچائي سگهان ٿو. وڏي ڳالهه آهي، توکي ڪٿي ڪٿي پيو گهمندس.“

”مونکي پاڻسان وٺي هل، پٽ. پاڻسان گڏ وٺي هل....“

مان اڳتي روانو ٿيس.

ٻڍو ڪجهه قدم گوڏن ڀر منهنجي پويان رڙهندو ۽ رڙندو آيو.

”پٽ مونکي پاڻسان وٺي هل پٽ.... پٽ....اها پل.... بس انهيءَ پل تائين وٺي هل پٽ.... پٽ.“

ٻڍي منهنجا پير پڪڙي ورتا.

مون زور سان پنهنجا پير ڇڏايا، ۽ ٻڍو ٿڙندو ٿاٻڙندو رستي جي هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ڪريو. ڪٿي زور سان پونڪي ۽ ڦٿيل نگاهن سان مونڏانهن نهارڻ لڳي. گهڻا ڏينهن ٿيا، ’جيڪ لنڊن‘ جي هڪ ڪهاڻي پڙهي هيم. جنهن ۾ هن ٻڌايو هو ته آمريڪا جي اصلي رهاڪن جو دستور آهي ته جڏهن پيءُ تمام ٻڍو ٿي ويندو آهي ته کيس جهوليءَ ۾ ستن ڏينهن جو کاڌو، ستن ڏينهن جو تماڪ ۽ ستن ڏينهن جو پاڻي ڀري ڏيندا آهن، ۽ پوءِ کيس سرديءَ جي موسم ۾ هڪ برفاني ميدان ۾ اڪيلو ڇڏي ايندا آهن!

اها انهيءَ زماني جي رسم هئي، جڏهن انسان جهنگلي ۽ قبائلي هو، جڏهن پيداوار جا ذريعا وحشي ۽ اڻ سڌريل هئا، جڏهن کاڌي لاءِ گهٽ دستياب ٿيندو هو، تيز هوائن ڪري چراگاهه هڪدم سڪي ويندا هئا، ۽ انسان قدرت

ڪي بي رحم چماٽ ڪاڻيندو هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڪاڏي
خوراڪ جي ڳولا ۾ گهمندو وتندو هو.
پر اڄ تہ تهذيب جو دور آهي. ٻنهي پاسن ڪمند جون
ٻوٽون آهن. پر ڪتي راڙيءَ جي پل آهي ۽ ويجهو ئي ڪٿي
هڪ ريلوي اسٽيشن تي گاڏي ڪوڪ ڪندي، انسان
جي عظمت جو اعلان ڪندي لنگهي وڃي رهي آهي.
پر اهو پيڊو ڪڏ ۾ ڪريل، پنهنجي خاموش نگاهن سان مون
کان ڇا پڇي رهيو آهي؟
انسان جي عظمت انهيءَ اونداهي ڪڏ کان ٻاهر ڪڍهن
نڪرندي؟
'هوتهن؟' مون پنهنجي متي کي جهٽڪو ڏنو. 'اڪيلو
مون ئي انسان جي تهذيب جو ٺيڪو ڪنيو آهي؟ جڏهن
انهيءَ پيڊي جا پٽ ڪيس بچائي نہ سگهيا تہ مون تي سندس
بچائڻ جي ذميواري ڪيئن ٿي عائد ٿئي؟
'جهنم ۾ وڃي پيڊو پوي ۽ ڪم بخت ڪتي، جيڪڏهن تو
بيهر اهڙيءَ طرح مون تي لعنت ملامت ڪئي تہ لتون
هڻي هڏ ڪڏ پڇي رکندس.'
مون ڪتيءَ کي مارڻ لاءِ ٽنگ ڪڻي تہ رومي يڪدم پري
پڄي وئي.
مان اڳتي هلڻ لڳس.
اڳتي هلي رستو وڌيڪ ڪشادو ٿيو ۽ هڪ وڏي ۽ پڪي
رستي سان وڃي مليو. ڪو قافلو شايد هتان لنگهيو هو،
جو تہ هڪ هنڌ هڪ ڪيپيل ٻانهن پيئي هئي. فقط هڪ

ٻانهن. باقي جسم غائب هو، نه ڌڙ نه مٿو، نه ٽنگ، نه پير، نه چهرو، نه چيلهه، فقط هڪ ٻانهن رستي تي پيئي هئي منهنجو رستو روڪي اها ٻانهن منهنجي رستي ۾ پيئي هئي ۽ سندس هٿ جي تري آسمان طرف کليل هئي!

فقط هڪ ٻانهن، هڪ ٻانهن، هڪ ٻانهن، هڪ هٿ.... کليل هٿ، آسمان طرف نهاريندڙ، انهيءَ هٿ هر هلايو هوندو، ڪڏهن اٽي ڌڪر ڪيڏيو هوندو. هي هٿ ڪڏهن ڪنهنجي نازڪ چيلهه ۾ رهيو هوندو، ڪڏهن پيار سان انهيءَ پنهنجي ٻار کي ڪنيو هوندو. انهيءَ هٿ سان ڪڏهن ڪنهن گل سنگهيو هوندو، ڪڏهن انهيءَ هٿ ڪنهن جا چوٽيل وار سنواريا هوندا. انهيءَ هٿ پيليون جوڙيون هونديون، شهر اڏيا هوندا، گل پوکيا هوندا، پنهنجي محبوبا جي چهري کي کولي منجهس پنهنجي مستقبل جي آرام ۽ سک جون تصويرون ڳوليون هونديون ۽ اڄ اهو هٿ مٽيءَ ۾ لتاڙيل، آسمان ڏانهن تڪي رهيو آهي. اهو هٿ ڇا ڪنهن هندوءَ جو آهي؟ يا مسلمان جو آهي؟ يا سک جو آهي؟ يا عيسائي جو آهي؟ هي هٿ، جو ڪجهه به نٿو ڪڇي، فقط پنهنجون پنجئي آڱريون کڻي آسمان ڏانهن خاموشيءَ سان نهاري رهيو آهي، اهو ڪنهن جو هٿ آهي؟ ۽ جيڪڏهن اهو ڪنهن انسان جو آهي ته اهو انسان اڄ ڪٿي آهي!

ها ها ها! احمق پڇندا آهن، ڪتا ڀونڪندا آهن پر قافلو اڳتي وڌندو ويندو آهي.

سان هٿ کي اوراڙ کڻي اڳتي هلندو ويس.

ڪجهه پري وچان ڪانپوه هڪ آواز آيو. سنهو زنانو آواز هو. ڪنجهڪار جو آواز هو. مان هتڪي بيهي رهيس. رستي ۾ هڪ طرف ٽي ٻار مٺا پيا هئا، سندس وچهو هڪ عورت زخمن جي سور کان بيحال ٿي ڪنجهي رهي هئي. مونکي ڏسندئي چيائين، "ادا، منهنجو ساهه..... مونکي نه پهرين ملر."

عورت جي چيلهه جي وچهو ڪافي رت وهي چڪو هو. ڪجهه ٿورو ٿورو اڃان آهستي به وهي رهيو هو.

مون کانئس پڇيو، "ڇا توکي مسلمانن ماريو آهي؟"

هن ورائيو، "نه، منهنجي مڙس پنهنجي ٻار ماري ڇڏيا ۽ مونکي به مارڻ چاهيائين، پر مان بدنصيب بچي ويس، هاڻي ساهه نٿو نڪري."

"توکي تنهنجي مڙس ڇو ماريو؟"

سوءِ ڪنجهي ۽ دردناڪ آواز ۾ چوڻ لڳي، "جڏهن قافلي تي حملو ٿيو ته منهنجو مڙس مونکي ڇڏي حملي ڪندڙن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ وڃڻ لڳو. مون سندس ٻانهن پڪڙي ۽ روئي چوڻ لڳس، 'تون وڃي رهيو آهين. ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ مونکي ۽ منهنجي ٻارن کي ڪنهنجي آسري ڇڏي ٿو وڃين؟'

"انهيءَ تي منهنجي مڙس موڏانهن ڪاوڙجي نهاريو ۽ ڇرو ڪڍي منهنجي ننهي ٻارن کي قتل ڪري ڇڏيائين. مان ڊپ ۾ وٺي ڀڳيس. هن زور سان ڇرو ڪڍي موڏانهن اڇليو، جو منهنجي چيلهه ۾ وڃي لڳو. قافلي وارا هليا ويا. مان

هتيلي پيئي ترڙپندي رهيس، پر منهنجو ساهه نٿو نڪري.
ڪهڙي نه طرح منهنجو ساهه نٿو نڪري ادا، تنهنجو پلو
ٽيندو، تون مونکي ماري ڇڏ، مونکي ختم ڪري ڇڏ."
مون جواب ڏنو، "ادي، گهٻراءِ نه، صبح تائين ڀالئهه ئي
تنهنجو ساهه نڪري ويندو. منهنجي ڪنن ۾ اهو پاپ ڇو
ٿي وجهين؟"
انهن چئي مان نه اڳتي روانو ٿي ويس، پر دير تائين انهيءَ
عورت جي گارين جو آواز منهنجي ڪنن ۾ ايندو رهيو.
"اڙي، تنهنجو سڀ ناس ٿئي. تنهنجو گهر ٻار جلي وڃي،
(اهو نه جلي چڪو آهي) تنهنجي ماءُ مري (اها به شايد
مري چڪي هوندي) تنهنجا ٻار ٻچا بکيا مرن (مري نه
رهيا هوندا) اڙي ڪمبخت تو ڪان منهنجي لاءِ اهو به نه ٿي
سگهيو؟"
هڪدم هلندي هلندي مون محسوس ڪيو ته مان هزارين
ميلن جو مفاصو طئي ڪري ٿڪجي چڪو آهيان، هار
ڪائي چڪو آهيان. منهنجا قدم ڏڪڻ لڳا، مان ٽاڻڙ جي
ڪنڌ جي ڪهڙن پنن واري بستري تي ڪري سمهي
پيس.
جڏهن اٿيس تڏهن صبح ٿي ويو هو. سج چڙهي آيو هو.
روسي منهنجي پيراندي ۾ سنٽي پيئي هئي ۽ ويجهي رستي
تان هڪ نئون قافلو گذري رهيو هو. مان ڪنڌ ڪان ٻاهر
نڪتس ۽ هڪ ٻي پوڙهي قافلي سان وڃي شامل ٿيس. جسم
۾ جان ٿي اهڙي بي حسي طاري ٿيل هئي، ته مون ۾

سمجهه جون سڀ قوتون ٿڪجي لٿجي ڪٿي ٿاٻڙجي سمهي پيون هيون. انڌا ڌنڌ ۾ ماڻهو ڀڄندا، تيز قدم کڻندا وڃي رهيا هئا، مان به ساڻن وڃي شامل ٿيس. ڪٿي ته پهچندا، ڪٿي ته ويندا.... هي قافلو بي مهار ڪٿي ته پهچندو؟ هاڻي جهڪي ٿي سو ٿئي.

## ٦

قافلي جي جنهن حصي ۾ مان هلي رهيو هوس، انهيءَ هڪ طرح سان پوري قافلي جي نمائندگي ڪئي پئي. منهنجي اڳيان چار هندو نوجوان پنهنجي ٻڍي پيءُ کي کٽ تي لاش جيان کڻي هليا پئي. مختلف ڳنڍڙيون ۽ ڳٺڙيون انهيءَ کٽ تي، انهيءَ ٻڍي جي ارد گرد ٻڌل رکيون هيون. منهنجي بلڪل اڳيان هڪ سک گهوٽالو پٽڪو ٻڌي، هٿ ۾ چاقو کڻي، پنهنجي زال کي گڏ وٺي وڃي رهيو هو. ٻنهي جي مٿي تي وڏيون هڙون هيون. منهنجي پويان ڳاڏي آئي پئي، جنهنکي ٻن ڏڳن ڇڪيو پئي. اهي ماڻهو اعليٰ حيثيت جا زميندار معلوم ٿي ٿيا. منهنجي پاسي کان ڪاري رنگ ۽ اڇين مڇن سان هڪ ٻڍو ڀائيو، هلي رهيو هو.

هن پنهنجي ڏوئي گوڏن ڪان ٿي جهڪي ٻڌي هئي ۽
سندس لنگهن جون رڳون مضبوط ٿيون، جي چار جڻن ڏليل
نظر اچي رهيون هيون. ٻئي جي هڪ هٿ ۾ هڙ ۽ ٻئي
هٿ ۾ پنهنجي ... جو هٿ جهليل هو. ڏسڻ ڏاڍي
سهڻي هئي، ۽ جڏهن هن پنهنجي وڏين اکين جا
ڏکيا ڇپر ڏاڍي ڪوشش سان مٿي ڪيا ڪنهن ڏانهن
نهاريو ٿي، ته سامهين جي دل ٻڏڻ لڳي ٿي. سندس شرميلي
اداس حسن ۾ هڪ عجيب طرح جو سڏ هو، دعوت هئي
۽ سندس ڀرپور جوانيءَ جي لچڪندڙ چال ۾ اهڙي ڪشش
هئي، جهڙي ته هوءَ ڪيڏانهن ڀڄي نه پئي وڃي، بلڪ ماڻهو سندس
پويان ڀڄا پيا وڃن هوءَ انسان سهڻي جي وچ ۾ ڪهڙي هڪ
شمع جيئن نظر ٿي آئي، جنهن زندگيءَ جي انڌيري چوڪندي
۾ اجالو ٿي ڪيو هجي. هر شخص کيس ڏسڻ ڏي، اک سان
ڏنو ٿي، ۽ پوءِ اکيان وڌي ٿي ويو. سوٽ سر ٿي بيٺو هو،
پر حسن جي انهيءَ سڏ تي انڪار جي جرئت ڪنهن ۾ نه
هئي. هر شخص رکي هڪ نظر سان کيس ڏسڻ تي
مجبور هو.

ماڻ واٽي سان گڏ هلڻ لڳس.

ڪجهه دير گڏ هلڻ کانپوءِ واٽي کان پڇير، "ڪٿان
پيو اچين؟"

"ڪٿان به اچان، تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟" واٽي رکي لهجي
۾ جواب ڏنو.

دير تائين خاموشي رهي انسان ٻئي گڏو گڏ هلندا هليا پئي.

اهڙي همت ڪان ڪم ورتم، ”هي تنهنجي ڌيءَ
آهي؟“
”نه ڇا تنهنجي آهي؟“ واڻي مونڏانهن شوڪي نهاريو،
۽ ڌيئس جو همت مضبوطيءَ سان قابو ڪيائين. ڌيئس به
مونڏانهن ڏٺو. ڇڻ ڍنڍ ۾ ٻه ڪنول ٽڙي پيا هجن. ڇڻ
ڍنڍ جو پاڻي آهستي آهستي لهرون هڻي رهيو هجي. ڇڻ
مان انهيءَ ڍنڍ ۾ ٻڏندو پيو وڃان، اها ٽڙيل شفاف شرابي
نگاهه — ’شيمپين‘ سان ڇلڪندڙ!
آف .... آف .... سون گوبرانجي منهن ڦيري ڇڏيو. مان
دراصل انهن معاملن ۾ بيحد ڪمزور آهيان. حاجي، برڪ
۽ ٻيان سڀ انهيءَ ڳالهه کي سمجهون ٿا، ۽ پنهنجي دل ۾
سمجهائين ٿا. جيتوڻيڪ انهيءَ معاملي ۾ اهي هميشه مون
وانگر ڪمزور ڏسبا آهن، پر اهي ڏاڍا پيچيده ۽ پراسرار
آهن، ۽ هميشه پنهنجي ڪمزوري لڪائيندا آهن. مان
آهيان گڏهه، بيوقوف مونکان لڪايو نه ٿئي ۽ اتي ئي ڏک
کائيو وڃان.
واڻي کي ڪاوڙ ۾ ڏسي، سائس وڌيڪ ڳالهائڻ ٺيڪ نه
ڄاتم. پر مان اهو ڏسي ڏسي جلي رهيو هوس ته انهيءَ
ڇوڪريءَ جي پاسي ۾ هڪ سڪ نوجوان گڏ هلي رهيو
هو. هنجو قد ڇهن فوٽن کان به وڌو هو. ڇهري تي، ڏاڍي
سهڻي، خوبصورت ڏاڙهي هئس جنهن سندس ڇهري کي
اڃا به وڌيڪ سونهن وارو ڪري ڇڏيو هو. آهو نوجوان
۽ هيءَ واڻي جي ڌيءَ هڪٻئي کان واقف به نه هئا، پوءِ

۽ گڏو گڏ هلي رهيا هئا، ۽ جيتوڻيڪ هڪٻئي سان ڳالهائڻ جي همت نٿي ڪري سگهيا، پر ۽ هڪٻئي کي ملين ملين نگاهن سان لڪي ڇپي ڏنائون ٿي. توري ڏينهن تائين سان جلند ۽ پچند رهيس، پر جڏهن دل ٿي دل ۾ پنهنجو پاڻکي هڪ ڪونڌي سان پيتيم، ۽ پاڻکي هر حال ۾ ڪوٽ جاتم، تڏهن پڇر ڦتي ڪيم. هڪ آه پري، آخري پيرو انهي ڇوڪريءَ ڏانهن ڏٺم ۽ پوءِ جلدي اڳتي وڌي ويس، ۽ قافلي جي اڳئين حصي ۾ داخل ٿيس. هاڻي منهنجي ڪوشش اها هئي ته ڪنهن واقف ڪار سان ملاقات ٿي وڃي، ته ڪو پنهنجي ڳوٺ جو ماڻهو ملي وڃي، جنهنڪان پنهنجي ٻارن ٻچن جي ڪا خبر وٺان. وري مونکي ٻيڪ ٻيءِ ڏاڍي لڳي هئي. جڏهن انهيءَ ماڻهو وٽ ماني ۽ هوندي ته ڪانئس هڪ اڌ ماني ۽ گهري وٺندس، پر ڏاڍي ڪوشش ڪانپوءِ به مونکي ڪو اهڙو ماڻهو نه مليو، ۽ سان انهيءَ سلسلي ۾ به مايوس ٿي ويس.

ٻنپهرن جي وقت قافلو هڪ ڪليل ميدان ۾ آرام لاءِ ترسي پيو. اتي ڪمند جون ٻنيون به ختم ٿي ويون ٿيون، ۽ دريائي گاهه شروع ٿي ويو هو. ڪجهه ڏينهن تي تالهين جا جهنڊ پنهنجي منيهائن پڻن سان بيٺا هئا. پري ڪاٿ راويءَ جو ڪنارو نظر اچي رهيو هو. ڏنڊلو ۽ اُفق ۾ پڏندڙ آسمان ميرانجهڙو ۽ شرارتي نظر پئي آيو. زمين سُڪل ٽوٽ ڏسڻ ۾ ٿي آئي. ڏورڙ سان ماڻهن جا منهن لڳي ويا هئا. ماڻهو پيشانيءَ تي هٿ رکيو ڏيره

بابا نانڪ جي پل کي ڳولهي رهيا هئا. پر پل کي ڄڻ زمين ڳڙڪائي ويئي هئي يا آسمان. پل ڪٿي به نظر نٿي آئي، ۽ سيئي ماڻهو پل جي ڳولها ۾ آيا هئا. قافلي جي اڳوالن جاءِ جڳهه ڏسي اندازو لڳايو ته ماڻهو ڪجهه ڀٽڪي ويا آهن. هاڻي انهيءَ پل تائين پهچڻ لاءِ ڪي ميل اولهه طرف وڃي ساڄي ڪان ڪاهي ڦري پنج ميل اڃا به اڳتي وڃڻو پوندو، تڏهن وڃي ڪٿي پل کي پهچبو، تيستائين سيئي ماني ڪائي وٺن.

ماڻهو ٻن ٻن، چئن چئن ۽ ڏهن ويهن جي ٽولين ۾ ويهي ماني ڪائڻ لڳا. قافلي جا هندو ۽ سک جوان، جيڪي لٺين، ڇرين، ڪرپانن، لوڙهن ۽ ديسي بندوقن سان مسلح هئا، هيڏانهن هوڏانهن پهرو ڏيڻ لڳا. ڪن وٽ وري پستول به هئا، ڪي انئين ئي ڏندا ڪٽي ڪاوڙيل نگاهن سان فضا کي تڪي رهيا هئا. پر انهيءَ ظاهري سختيءَ ۽ ڪاوڙ جي باوجود، سيني جون دليون ڏنل هيون. ۽ ڪڏهن اکين ۾ هڪ چور جيئن ڏنل، مرڻينگ نگاهه جهاڪي ٿي، جنهن ڄڻ ته سندن دلين جو سارو حال کولي ٿي ڏنو.

مونکان رهيو نه ٿيو، مان وري انهيءَ واٽئي ۽ سندس ڏيءَ ڏانهن وڌي ويس، يعني جنهن ٽوليءَ ۾ آهي ماني ڪائي رهيا هئا. ڏٺم چپ چاپ پنهنجي پيءُ سان گڏ ويٺي ماني کاڌي. ڪيس پٺ ڏيئي اهو ئي خوبصورت ۽ باوقار سک نوجوان ڏاڍي لاپرواهيءَ سان پنهنجي ماني کائي رهيو هو. ماڻهو گهڻا هئا. جاءِ جي تنگيءَ ڪري انهيءَ خوبصورت

ڇوڪريءَ جي ٻمٽ انهيءَ نوجوان مڪ جي ٻمٽ سان ڇُهيل هئي. ٻ ڄڻا ڪهڙيون ڪهڙيون وهون سندن جسمن ۾ ورڪا ڏينديون هونديون، مون ساڳ وچان سوچيو. مونکي ڏاڍي ٻک ٻڌي هئي، تڏهن به مون اهڙو سوچيو، انهيءَ کان اڳتي ڪجهه سوچي نه سگهيس. ٻک بيتاب ڪري ڇڏيو هو. مون ٻن ٽن ڄڻن کان ماني گهري، پر ڪنهن به نه ڏني. آخر سردار لهڻا سنگهه ۽ سندس زال مونکي پاڻ سان مانيءَ ۾ شريڪ ڪيو. مبني کان وڏيڪ مزي ۾ انهيءَ خوشحال زميندار جو گهراڻو هو، جو ڏيکي-گاڏيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هو. سندس ٻار انهيءَ موقعي تي به اهڙي شان جو ثبوت ڏيئي رهيا هئا، ڄڻ اهي ڪنهن ڏيکي- گاڏيءَ ۾ نه، پر 'بيوڪ' ۾ سفر ڪري رهيا هجن!

اسين اڃا ماني کائي رهيا هئاسين، ته اوچتو ٻرين پويان ڏور جو طوفان اڏرندو نظر آيو. پهريدارن رڙيون ڪيون ۽ ماڻهو پنهنجي ماني ڇڏي وٺي ڀڳا. خوشحال خاندان جا ٻار ڏيکي- گاڏيءَ تي ٻيهي روئڻ لڳا، ۽ سندن مائرون ڇاتيءَ تي هٿ هڻي روئڻ لڳيون.

لهڻا سنگهه، زال کان پنهنجو هٿ ڇڏائي ورتو ۽ کيس چيائين، "پنهنجي هٿ واريون چوڙيون ڀڃي ڇڏ."

جوش زور سان ڪرائيءَ تي ڪرائي هڻي شيشي جون چوڙيون ڀڃي ڇڏيون.

لهڻا سنگهه پنهنجي ڇپن کي ڀڪوڙي چيو، "ائين سمجهو، ته اڄ تنهنجو مڙس مري ويو."

جولس جي اکين ۾ گهوڙا ٻيڙجي آيا، ۽ هو واٽ مان هڪجهڙي ڪين هڪچي.
لهنا سنگهه ڇرو لوڏيندو، مسلمانن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پهريدارن سان گڏ هليو ويو. جولس هٿ مٿي ڪرڻ کانئي کيس ڏسندي رهي. وانگي گهبرائجي پنهنجو مال سينهو ۾ ٻوه رڙ ڪري چوائين، ”هاءِ منهنجي ڏي.... جمنا.... جمنا....“
۽ جمنا کي اهو سڪ نوجوان پنهنجي ٻانهن ۾ کڻي، ڪمند جي ٻنين طرف ڊوڙندو هليو ويو. وانگي رڙيون ڪيون، فرياد ڪيو، پر انهيءَ وقت عجيب نفسا نفسي جو عالم هو. مسلمان حملو ڪندڙن قافلي تي حملو ڪري چڙهيو هو. سڀئي پنهنجي جان بچائڻ جي فڪر ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي ڊڪي رهيا هئا. ڪنهن کي پئي هئي جو پنهنجي جان بچائڻ جي بجاءِ انهيءَ وانگي جي عزت بچائيندو!
مان به هڪ طرف وٺي ڀڳس. پهرين ته ميدان کان درياءَ طرف ڀڳس، جو ته ٽالهين جي جهنڊ جي ٻوٽان مسلمان حملو ڪري رهيا هئا. انهيءَ ڪري مان مخالف طرف ڀڳس ۽ جڏهن حملو ڪندڙ پنهنجا گهوڙا ڊوڙائيندا، درياءَ جو رستو به روڪڻ لڳا، تڏهن مان آنان کان سوئي سهڪندو ۽ ڏڪندو ڪمند جي طرف مڙيس. اڃا ڪمند ۾ پهتو به ڪونه هوس ته ٻنين مان به حملو ڪندڙ نڪري آيا، ۽ هڪ مسلمان پنهنجو ڀلو منهنجي سيني تي کڻي رکيو.
آها گهڙي مونکي ياد آهي، ۽ ڪڏهن نٿي وسري ۽ نه ئي،

وساري سگهان ٿو. بلڪ منهنجي ڇاتيءَ ني هو ۽ منهنجي چؤطرف مسلمان حملو ڪندڙ گهيرو ڪري بيٺا هئا ۽ انهنجي بربان گهوڙي تي هڪ سوار پنهنجي پٽڪي جي ورُ سان پنهنجو اڌ منهن لڪائي رکيا ان ۾ پير وجهي بيٺو هو.

اوهتو مون روڪڻ جي انداز ۾ هٿ مٿي ڪيو، ۽ انهيءَ سوار جي اکين ۾ اکيون وجهي ڪِلِي ڏيم، "اسانجي به ڪهڙي نه قسمت آهي! ساري زندگي ڪميونسٽ پنجي پاڪستان لاءِ پرو پيگنڊا ڪندا رهياسون، مسلمانن جي آزاديءَ جي حق لاءِ وڙهندا رهياسون، ۽ اڄ جڏهن پاڪستان ٺهي ويو آهي ته اهي بلڪ اسانجي ئي ڇاتين تي رکيا پيا وڃن."

نه ڄاڻان ڪيئن اهي لفظ منهنجي واتان نڪتا، اها ڪهڙي طاقت هئي جنهن مونکان اهي لفظ چوارايا، جو ته نه ته مان ڪڏهن ڪميونسٽ هوس، نه مون اڄ تائين ڪنهن سياسي تحريڪ ۾ حصو ورتو هو. مان ته هڪ کائيندڙ پيئندڙ خوشباش انسان هوس، جنهنجا هندو، مسلمان، سک دوست به سڀ هڪجهڙائي هئا. اسان لاهور ۾ پنهنجو ڪاروبار ڪندا هئاسين، ۽ شام جو چاربار گڏجي دادِ عيش ڏيندا هئاسين. اسانجو سياست سان ڪهڙو تعلق؟ اسانجي سياست ته زباني بحثن، اخباري جهيڙن ۽ ڪتابي مطالعن تائين محدود هئي! اهي ته بکين مالهن جون ڳالهيون آهن.

پوءِ— ڪيئن منهنجي دماغ انهيءَ پل منهنجي جان بچائڻ

جو آخري ڀالو يا حربو کولي ورتو هو. مان انهيءَ باري ۾ اڄ ٻه سوچڻ جي باوجود ڪجهه نٿو چئي سگهان.

اِتري ۾ خبر اٿم نه منهنجن انهن لفظن انهيءَ مخالف مجموعي جي گهوڙي سوار سردار تي بجليءَ جهڙو اثر ڪيو. هن تيز نگاهن سان منهنجي خاموش، مطمئن، مشڪندڙ چهري ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ هٿ جي اشاري سان چيائين، "هنکي ڇڏي ڏيو."

مسلمان منهنجي ڇاتيءَ تان ٻلم کڻي ورتو، ۽ اهي سڀئي الله اڪبر جو نعرو هڻندا اڳتي وڌيا ۽ قافلي تي حملو ڪري ڏنائون.

جيئن ئي مون پنهنجو پاڻکي اڪيلو ڏٺو، تيئن مان پوئين پيرين ڀڳس. ڪيڏانهن ڀڳس، ڪيئن ڀڳس، ڪهڙي طرف ڀڳس؟ اها اڄ تائين خبر نه اٿم، پر ايترو ڄاڻان ٿو ته مان ڊوڙندو ڀڄي رهيو هوس. مان ڪمند مان لنگهي رهيو هوس، مان ٻنين جي ٻارن مٿان ڊوڙندو وڃي رهيو هوس، ڪڏن ۾ ٿاٻڙندو وڃي پئي. ٻاڙيءَ جي ڪڙين ڪنڊن مان لنگهي رهيو هوس. اوتاهين تي چڙهيس ٿي، ٻواريا سي ميدانن مان لنگهيس ٿي، ريلوي لائين جي پٽڙي تي ڊوڙندو رهيس. هڪ شڪار ٿيندڙ جانور وانگي پنهنجي جسم ۽ روح جو سارو زور لڳائي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڀڄندو پئي ويس. ڪيڏانهن ڀڄندو ٿي ويس؟ ڪيئن ڀڄندو ٿي ويس؟ ڇو ڀڄندو ٿي ويس؟ ڪيتري دير تائين ڀڄندو ٿي ويس؟ انهن سڀن ڳالهين جي باري ۾ اڄ ٻه يقين سان ڪجهه ٻڌائي نٿو سگهان.

اندرو ٻاد اٿم نہ، جڏهن شام ٿي تہ پاڻ کي اوچتو دربار صاحب ڪرتارپور جي گوردواري جي دروازي اڳيان ڏٺم. گوردواري جي مضبوط دروازي ۾ لوهي ڪلف پيل هو. ۽ دروازي ڏانهن ڪاٺ جي هڪ وڏي ۽ پراڻي صندل تي هڪ ٻڍو سک ۽ سندس ٻڍي زال ويٺي. وڏي آواز ۾ گورو گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪري رهيا هئا.

مونکي ڏسندي هڪ ڪن لاءِ چپ ٿي ويا. مان ڪين ڏسي ڏڪي ويس.

”بابا جي، اوهان هتي ڇو ويٺا آهيو؟“ مون انهيءَ ٻڍي سک کان پڇيو، ”ڇا توهانکي ڪا خبر ڪانهي؟“

”اسانکي سڀ سڌ آهي پٽ!“ انهيءَ ٻڍي سک بلڪل اطمينان سان چيو، ”تڏهن بہ اسين انهيءَ ڪري ويٺا آهيون جو وڃون تہ ڪيڏانهن وڃون؟ اسانجو ڪوبہ اولاد ڪونهي، ڪو ٻار ٻچو ڪونهي، ڀري جو مٽ مائٽ بہ ڪونهي، ڪا جائداد ناهي، ڪو گهر ناهي. اسان پنهي ساري عمر جنهن گورو جي چرنن ۾ ويهي گذاري آهي، اتيئي رهنداسين اتيئي مرنداسين.“

اهين چئي اهي ٻئي وري گورو نانڪ جي ’وائيءَ‘ جو پاٺ ڪرڻ لڳا.

مان ڪنڌ هيٺ ڪري آتان هليو آيس. گوردواري جي چوطرف گهمي ڦريس، ڪٿي ڪو ماڻهو چٽو نہ هو، ۽ هاڻي تہ رات بہ ٿيندي ٿي ويئي. ڪٿي ڪو رستو بہ نظر نٿي آيو.

گوردواري پرسان هڪ وڏو ڪوه هو. مان ڪوه جي ٻاهرين پٽ تي چڙهي ويس ۽ ٻوه رسيءَ جي آڌار تي اندر هليو ويس. مون پنهنجي ٻنهي هٿن سان رسيءَ کي قابو جهليو هو، ۽ ڪوه جي اندرين پاسي کان وڏيون دکين تي پنهنجو پانکي ڊرو چڙهي ڏنم. تڏي تڏي دکين جو چهاه منهنجي تڪل جسم کي ڏاڍو وڻيو، ۽ مان ڪوه ۾، انهن دکين تي سهي پيس. ڪيئن سهي پيس؟ ڪيستائين سهيو رهيس؟ اهو ته مونکي ياد ناهي، ها باقي جڏهن اک کلي، تڏهن صبح ٿي چڪو هو. سج جي روشني ڪوه اندر ليڪا پائي رهي هئي، ۽ ڪوه جي پٽ تي هڪ ڪتي آسمان ڏانهن منهن ڪري روني رهي هئي.

مان ڪوه مان ٻاهر نڪتس، ۽ گوردواري جي دروازي ڏانهن وڌيس.

ٻاهر ڪاٺ جي صندل تي اهو ٻڍو سک، ۽ سندس زال ستا پيا هئا. خبر ناهي ڪڏهن ۽ ڪهڙي وقت رات جو حملو ڪندڙن انهن کي قتل ڪري ڇڏيو هو!

# ٧

گوردواري کان ڪجهه فرلانگ اڳتي رستو بلڪل صاف هو. هاڻي راويءَ جو ڪنارو ڇڏيو ڏسجي رهيو هو ۽ دريائ

جي پل به. ايڪڙ ٻيڪڙ رهيو جي به پهندا درياھ ڏانهن وڃ ندا نظر اچڻ لڳا. انهن ۾ مالهن ۾ مون جمنا کي ڏٺو، پر جمنا سان گڏهيئنر اهو سک نوجوان به ڪونه هو. هڪ اڇو سرخ ڳلن وارو پشاوري نوجوان هو ۽ هن جمنا جو هٿ مضبوطيءَ سان جهلي رکيو هو. جمنا هڪ ڪن لاءِ مون ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ اکيون جهڪائي ڇڏيائين. سندس اکيون لڙڪن سان لٽار هيون.

مون جمنا کان پڇيو، "تنهنجو پتا ڪٿي آهي؟"

"مارجي ويو!"

"۽— ۽— هو؟"

"اهو به مارجي ويو."

جمنا ڪنڌ اڳابه هيٺ ڪري ڇڏيو. اهو پشاوري نوجوان چيلهه سان ٻڌل پستول تي هٿ رکي مون ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳو، "هل، هل، اڳتي وڌ. اجايون ڳالهيون ڇڏ!"

مان يڪدم ڪانئس جدا ٿي اڳتي وڌي ويس. رومي منهنجي پوئان پوئان اچي رهي هئي. مون به ٻي دفعا ڪيس هڪلون به ڏنيون، پوءِ به هوءَ مونکي عجيب نگاهن سان ڏسندي، پيار مان ٻچ لوڏيندي، منهنجي پوئان پئي آئي.

درياھ هاڻي ويجهو پوندو ٿي ويو. راويءَ جي پل به هاڻي چٽي طرح منهنجي اکيان ظاهر ٿي چڪي هئي، پر مون پل تان گذرڻ مناسب نه سمجهيو. پل جي پاڪستاني ڪناري تي مسلمان حملو ڪندڙن جو اڏو هو ۽ پل جي هندوستاني ڪناري تي هندوستاني حملو ڪ ندڙن جو ۽ هندو ۽ مسلمانن

جا قافلا ٻنهي طرفن کان لٽيا ۽ ماريا ٿي ويا. رڳو پل تي فوج جو پهرو هو، جنهنجي ڪمان هڪ انگريز آفيسر جي هٿ ۾ هئي، پر سندس ڪم فقط اهو هو ته، هندن ۽ مسلمانن جا قافلا واري واري سان پل تان جان ۽ مال جي سلامتيءَ سان گذاريا وڃن. پاڪستان ۾ ڇا ٿو ٿئي، هندوستان ۾ ڇا ٿو ٿئي، انهيءَ جو هو ذميوار نه هو. هاڻي مان درياهه جي ڪناري تي بيٺو هوس. ڪناري جي هُن پار جان جي سلامتي هئي. سامهون پرئين پر مونکي سوين تنبو ۽ ڇنا نظر اچي رهيا هئا. هزارين ماڻهو درياهه جي ڪناري آس پاس ۾ ويٺا هئا، يا ليٽيا پيا هئا. زالون وار کولي هڪ ٻئي جون جونئون ڳولي رهيون هيون. ڪي ماني پچائڻ ۾ رڌل هيون. ڪي ماڻهو وهنجي رهيا هئا. ٻار واريءَ ۾ گهوڙا ٺاهي رهيا هئا، ۽ خوشيءَ وچان رڙيون ڪري هڪ ٻئي پويان ڊوڙي رهيا هئا.

سامهون ٻئي پر سلامتي هئي ۽ هتي نئين زندگيءَ جو پيغام! ۽ مان هِن پر موت ۽ زندگيءَ جي وچ ۾ بيهي سوچي رهيو هوس ته پرئين ڪناري تائين ڪيئن پهچان؟ جيڪڏهن پل تان لنگهان ته رستي ۾ مسلمانن جي اڏن سان گذرڻو ٿو پوي ۽ جنهن جان کي هن وقت تائين ڪنهن نه ڪنهن نموني بچائي، هن درياهه جي ڪناري وٽي آيو هوس، انهيءَ کي هاڻي مان وڌيڪ خطري ۾ وجهڻ لاءِ تيار نه هوس.

رومي منهنجي لنگهڻ وٽ بيهي ٽيائون ٽپائون ڪرڻ لڳي.

مون ڪمزور لهجي ۾ چيو، "هلي وڃ. ڀڄي وڃ. واپس هلي وڃ."
۽ ڪتي اٿي ويٺي ۽ ليئاٽون ڏيئي ڪني.
سوچي سوچي نيٺ مون پنهنجي همٿ بيدار ڪري ورتي.
پنهنجا ڪپڙا لاٿم ۽ اکيون بند ڪري درياهه ۾ ٽپ ڏنم.
پٺيان ڪن ڪي ماڻهو مونکي درياهه ۾ ٽپ ڏيندو ڏسي
واڪا ڪرڻ لڳا:
"ٻوڙو.... ٻوڙو.... هو ويچارو هڪ هندو نوجوان ٻڏي پيو.
ڪير بچائيو."
مان درياهه ۾ ترڻ لڳس.
رومي ڪناري تي ويٺي هئي. ڪي پل چپ چاپ ويٺي رهي.
سندس دل ۾ شايد جنگ پئي ٿي ته هوءَ منهنجو ساٿ ڏي
يا پنهنجن نهندڙ ٻارن جو، جي سندس پيٽ ۾ هئا؟
سندس ٽنگون ڏڪيون پئي ۽ هوءَ ليئاٽون ڪري
رهي هئي.
"واپس وڃ رومي. رومي هلي وڃ."
۽ رومي درياهه ۾ ٽپي پئي.
پاڻيءَ جي وهڪ تيز هئي، پوءِ به رومي پنهنجي پوري طاقت
استعمال ڪري منهنجي پويان پويان اچڻ لاءِ تري رهي هئي.
رڳو سندس ٻوٿ پاڻيءَ مان ٻاهر نڪتل هو ۽ سندس ڦاڻل
ڦاڻل اکين ۾ ڊپ ۽ وحشت سان گڏوگڏ هڪ عجيب
مضبوطي، ضد، همٿ ۽ بهادريءَ جو ڏيکاءُ هو.
مون رڙ ڪئي، "رومي هلي وڃ — واپس هلي وڃ.
پويان نه اچ."

پر رومي پنهنجي پوري قوت سان منهنجي پويان پويان ترندي رهي.

پوءِ پاليءَ جي هڪ زوردار جهولي آئي ۽ رومي هيٺ لڳي. مون روميءَ کي پهرين ته پالڪان پري ٿيندو ڏٺو. ڪيس لهرن ۾ بي وسيءَ کان قربل لنگهون هڻندي ڏٺو. پوءِ سندس پيٽ جو اڳيون حصو پاليءَ ۾ هيٺ ويو، انهيءَ کانپوءِ سندس اکيون هيٺ ويون. پڇاڙيءَ ۾ سندس ڪن هيٺ ويا ۽ تيز ڪاٽيندي هنجو لاش پاڻيءَ جي وهڪ ۾ هيٺ ويو.

تو کي ٿي مرڻو هو رومي؟ تو کي ٿي منهنجو ساٿ ڇڏڻو هو؟ سڀ ساٿ ڇڏي ويا. جڏهن ملڪ ساٿ ڇڏي ڏنو ۽ زمين ۽ گهٽي، خاندان ۽ گهر جي ڀاتين، يارن دوستن، جڏهن هن ڌرتيءَ به پنهنجو ساٿ ڇڏي ڏنو، جنهن سان گڏ هزارين ورهين کان اسان محبت جو عهد و پيمان ڪيو هو، ته ڇا تو جهڙي خسيس ۽ حقير ڪتيءَ کي ٿي منهنجو ساٿ ڏيڻو هو؟ انسان کي اهو ڏيکارڻ لاءِ، اهو ٻڌائڻ لاءِ ته قدرت اڄ به پنهنجي دل ۾ محبت رکي ٿي! ۽ فطرت اڄ به محبت ۽ وفا جو سبق سيکاري ٿي. بيوقوف، اڻڄاڻ، احمق ڪتي! ڇا جي لاءِ تو پنهنجي حياتي ڏني، ڇا جي لاءِ تو انهيءَ حقير انسان لاءِ پنهنجي پراڻ جي قرباني ڏني، جو اڄ پنهنجي مقصد کان پاسيرو ٿي ويو آهي ۽ ظلم ۽ ستم جي رت سان پنهنجي مستقبل کي داغدار ڪري رهيو آهي.

رومي مري ويئي ۽ انهيءَ سان گڏ شايد هڪ عهد، هڪ دؤر مري ويو، هڪ تهذيب مري ويئي، هڪ داستان پورو ٿي مُڪي ويو، تاريخ جو هڪ ورڪوري ويو — ۽ منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا ۽ اهاخبرئي نه پيئي ته مان لڙڪن جي وهڪ ۾ تري رهيو آهيان يا پاڻيءَ جي وهڪ ۾. ڪهڙيءَ طرح مان هتي پر پهتس؟ اهو به مونکي ياد ناهي. شايد اهائي لڙڪن جي وهڪ مونکي وهائي هتي پر وٺي آئي شايد مرندي دم رومي پنهنجي قوت به مونکي بخشي ڇڏي هئي مونکي بس ايترو ياد آهي ته جڏهن مان هتي ڪناري جي ويجهو پهتس ته ڪجهه نوجوانن مونکي ٻانهن کان جهلي ڪناري تي ڇڪي آندو.

پوءِ هڪ عورت چيو، ”هاه هاه، هي ته صفا اگهاڙو آهي!“

۽ اٿين ڇني انهيءَ عورت پنهنجو رئو منهنجي اگهاڙي جسم تي وجهي ڇڏيو.

پوءِ مان بي هوش ٿي ويس!



هتي ڏينهن شرنارٿين جي ڪيمپ ۾ گهوليندي گهوليندي نوٽ پنهنجا ڪتب وارن کي گهولي لڌم. واضح هجي ته

هندو ۽ سک جيڪي هتان لڏجي ڦرجي ايندا آهن، ڪين شرنارٿي چيو ويندو آهي، هتان کان جيڪي مسلمان لڏجي ڦرجي اوڏانهن ويندا آهن تنکي مهاجر چيو آهي. هندو ڪڏهن مهاجر نٿو ٿي سگهي ۽ مسلمان ڪڏهن شرنارٿي نٿو ٿي سگهي. شديد کان شديد مصيبت ۾ به اهو فرق رکيو ويندو آهي. منهنجي گهر جا ڀاتي مونکي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ خوشيءَ وچان روئڻ لڳا. منهنجي زال هڪ الڳ ڪنڊ ۾ ميرو سيرو پيتيءَ ڪوٽ ۽ بلاؤز پاتي بيٺي هئي، ۽ سندس بدن تي ٻيو ڪوبه ڪپڙو ڪونه هو، ڇو ته هوءَ انهيءَ حالت ۾ گهر مان نڪتي هئي.

مون کانئس پڇو، "ننڍڙو ڪٿي آهي؟" هوءَ ڪجهه ڪونه ڪڇي. ڪي پل ته هوءَ پير جي آڱوٺي سان زمين ڪرڙيندي رهي. پوءِ منهنجا پير جهلي روئڻ لڳي. منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به نه آيو.

نيٺ منهنجي ڀاءُ مونکي ٻڌايو ته "ننڍڙي کي مسلمانن ماري ڇڏيو. آهي ته تنهنجي زال کي به جيڪر وٺي وڃن ها، پر هيءَ ويچاري نه ڪنهن طرح بچي وئي پر اديءَ کي هو ڪٿي وٺي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. مدد دير سان پهتي."

"اديءَ سروج کي؟" منهنجي واتان بي اختيار نڪتو. پوءِ مان ٿڪو ڪري فرش تي ڪري پيس. منهنجو سارو بدن ڏڪي رهيو هو. مون ۾ بيهڻ جي همت ڪانه هئي. منهنجي منهن تي رت وري آيو. ۽ غصي وچان منهنجا ڪن وڄڻ لڳا. مان محسوس ڪري سگهيس ٿي ته منهنجي رت

Soorih Mirani

۾ هڪ طوفان آڻي رهيو آهي. مون زور سان پنهنجي ڪنن ۾ آڱريون لنبي ڇڏيون ڇو ته مونکي ائين محسوس ٿي ٿيو. ڄڻ منهنجو دماغ هينئر جو هينئر ڦاٽي پوندو.

”نه، نه،“ مون رڙ ڪري چيو، ”ائين ٿئو ٿي سگهي!“

”هزارين ماڻهن سان ائين ٿيو آهي.“ منهنجي پاڻ مونکي آٿت ڏيندي چيو، ”توسان ائين ڇو نٿو ٿي سگهي؟“

هن وقت تائين مون پنهنجو پاڻکي هڪ بيحد غير جانبدار، حقيقت پسند ۽ غير متعصب هندو سمجهيو هو، جنهنجي دوستن ۾ اڪثريت مسلمانن جي هئي، جنهن اڄ تائين ڪنهن فرقيوارانه تحريڪ ۾، ڪنهن اهڙي سياسي ۽ سماجي تحريڪ ۾ حصو نه ورتو هو، جنهن گذريل پنجاهه سالن کان پنجاب جي فضاکي خراب ڪري ڇڏيو هو. هيستائين مونکي پنهنجي روشن خياليءَ تي ڏاڍو ناز هو، پر پنهنجي پٽ جي قتل ۽ ڌيءَ جي اغوا جو قصو ٻڌندئي منهنجو رت ٽهڪي آئيو، ۽ مان اتي ئي ٻيهي مسلمانن کي گاريون ڏين لڳس. نه، ڄاڻ اها نفرت منهنجي دل ۾ ڪٿان آئي هئي؟ پنهنجي احساس جي شدت ۽ نوعيت تي مان پاڻ ئي، پل لاءِ حيران ٿي ٿيس، پر وري انتقام، غم ۽ ڪاوڙ جي جذبن جي وهڪ ۾، منهنجا سڀ سٺا خيال ڪک پن ئي وهي ويا. ۽ مان انتقام جي جوش ۾ چريئن وانگر اتي ٻيهي رهيس.

مون ڪاوڙ مان رڙ ڪري چيو، ”مونکي ڪو چاقو ڏيو، چاقو، ڪا ڇري ڏيو، ڇري.“

منهنجي ياءِ منهنجو هٿ جهليو، ”ڇا ٿو ڪرين! ڇا ٿو ڪرين!“
”مان ختم ڪري ڇڏيندس، مان ڪنهن کي ڇڏيندس، مان هڪ هڪ مسلي جو گلو ڪٽيندس!“ مان زور زور سان رڙيون ڪرڻ لڳس.
”ادا، ڇا ٿيو اٿيئي؟ توکي ڇا ٿيو آهي ادا؟“ منهنجي ياءِ مونکي ڪجهه وجهندي ڇيو، پر مون زور لڳائي پنهنجو پاڻکي سندس هٿ مان آزاد ڪري ورتو ۽ رڙيون ڪندو ڪاوڙ ۾ انتقام جون ڌمڪيون ڏيندو آئان ڪان ٻاهر نڪري ويس....
ڪجهه اڳيان ڊوڙڻ ڪانپوءِ بيهي رهيس ۽ سوچڻ لڳس: ڪجهه پيا ماڻهو به ته هوندا، ڪجهه پيا به ته منهنجا هم خيال هوندا. مونکي انهن کي ڳولي هٿ ڪرڻ گهرجي....
جلدي آهي ماڻهو ملي ويا. پير جي گهاٽي وڻ هيٺ هڪ ڊگهي قطار لڳل هئي. مون ويجهو وڃي هڪ ماڻهوءَ کان پڇيو، جنهنکي ڦاٽل قميص ۽ ميري پتلون پيل هئي.
”ڇا هتي راشن ملي ٿو؟“
آهو نوجوان ڪليو، ”ها هتي سيڪس (Sex) جو راشن ملي ٿو.“
”ڇا مطلب؟“
هن وراڻيو، ”هڪ مسلمان ڇوڪري، هٿ لڳي آهي، اسان سندس بي عزتي ڪري رهيا آهيون.“
مون سامهون قطار ۾ بيٺل ماڻهن کي ڏٺو، مونکان اڳتي پنجويهه ماڻهو هئا. ڏسندي ڏسندي منهنجي پويان به پنڌ رهن

ماڻهو ڀيا اچي بيهي رهيا....

”اها قطار ڪهڙي اسٽيشن تان اچي رهي آهي؟“ مون انهيءَ نوجوان کان پڇيو.

”جيستائين اها ڇوڪري مري نه ٿي وڃي.“ نوجوان جواب ڏنو.

ٿوري دير تائين ته سان قطار ۾ بيٺو رهيس. ماڻهو واري واري سان اڳتي وڌندا ويا. پوءِ به قطار تمام ڊگهي هئي ۽ انهيءَ ڇوڪريءَ جون رڙيون دل ڏاريندڙ هيون.

بيٺي بيٺي منهنجي دل ڪي ڪجهه ٿيڻ لڳو. ڄڻ ڪو منهنجي دل کي پٽ ۾ جهلي آهستي آهستي مروٽي رهيو هجي. انهي ڇوڪريءَ جون رڙيون ڏاڍيون دردناڪ هيون.

”وي ڀراوا، مين تيري ڀين آن — وي ويرا، مين تيري ڀين آن.“

(اي ڀاءُ، او ادا، مان تنهنجي ڀيڻ آهيان — منهنجا ڀائرو، مان تنهنجي ڀيڻ آهيان.)

مون پنهنجي پنهي ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيون ۽ اتان وٺي ڀڳس. اهو قاتل قميص وارو نوجوان مون ڏانهن ڏسي زور سان ٽهڪ ڏيئي چوڻ لڳو، ”بزدل.“

پر مان اتان لنگهون ڪلهن تي رکي وٺي ڀڳس. ڀڄندي ڀڄندي، پنهنجي ڳلن تي چماٽون هڻندي، روئندي روئندي مان پنهنجي دل کي واپس موٽڻ تي مجبور ڪرڻ لڳس. مون پنهنجي ننڍڙي جي معصوم صورت کي پنهنجي ٻانهن جي ڪنڌڙي ۾ اچي ڀيهاريو. مون پنهنجي انتقام جي جذبي

لاءِ پنهنجي پيءُ سروج جي معصوم صورت جو سهارو ورتو
چاهيو پر هر دفعي سروج جي صورت پکهرجي ويئي ٿي ۽
پکهرجي انهيءَ مسلمان ڇوڪريءَ جي صورت ۾ بدلجي
ويئي ٿي.... منهنجي روح جي ويرانين ۾ ڄڻ ازلي عورت
جي پڪار گونجڻ لڳي ۽ واڪا ڪري مدد لاءِ پڪارڻ
لڳي:

"وي ڀراوا.... وي ويرا- اوئي ويرا مين تيري بهن آن."

ڀڄندو ڀڄندو مان ڀل ڏانهن وڃڻ واري رستي جي ويجهو
هليو ويس. مسلمان جو هڪڙو قافلو گذري چڪو هو،
فقط ڪي ٿورا ماڻهو رهجي ويا هئا. رستي تان لهي ڪجهه، واٽ
جي فاصلي تي ڪچي زمين ۾ اهي قبر کوٽي رهيا هئا. پرسان
هڪ گهوٽائي مسلمان جو لاش پيو هو. فقط ڌڙ پيل هو، جنهن
مٿان انهن هڪ ڪپڙو وجهي ڇڏيو هو، پر مٿو ڪٿي نظر
نٿي آيو.

مون هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. رستي تان هڪ پوڙهو مسلمان
هڪ ڪپيل سر ٻنهي هٿن ۾ کڻي آيو پئي. هن گهڙيءَ
گهڙيءَ پنهنجا لڙڪ اگهيا ٿي. پنهنجي هٿن ۾ رکيل سر
ڏسندو ٿي ويو ۽ زور سان روئي چيائين ٿي، "منهنجا
پٽ.... منهنجا پٽ...."

آس پاس سڀئي چپ بيٺا هئا. پوڙهو بنا سر جي لاش پرسان
اچي گوڏن ڀر ويهي رهيو. پوءِ هو پاڳلن جئن سر کي ڌڙ
سان ڳنڍڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳو. سندس هٿ
ڏڪي رهيا هئا ۽ هو آهستي چئي رهيو هو، "منهنجا

Soorih Mirani

پٽ!.... منهنجا پٽ!...."

سپيئي خاموش بيٺا هئا.

"فجو منهنجو هڪ ئي پٽ هو...." پوڙهي زمين کان آسمان تائين ڏسي چيو، هڪڙو ئي پٽ.... منهنجو فجو."

قبر کوٽبي رهي. اونهي ٿيندي ويئي.

پوڙهي آخري ڀيرو پنهنجي پٽ جي پيشاني چمي.... فجوءَ جو ڪپيل مٿو صحيح هو ۽ سندس پيشانيءَ تي گهنڊ ڀدار وار آلجهي ويا هئا ۽ سندس چپ سنهڙا سنهڙا ۽ نهايت ئي خوبصورت هئا ۽ هو پنهنجي خاموش ستل چهري سان ٽئڪسيلا جي عجائب گهر ۾ رکيل ٻڌ جي ڪنهن مورتيءَ جهڙو لڳو ٿي.

قبر کوٽجي ويئي. پري کان ست سري اڪال ۽ هر هر مهاديو جي نعرن جو آواز اچڻ لڳو. قبر کوٽيندڙن جلدي جلدي لاش کي قبر ۾ ڪسڪائي وڌو ۽ مٿانئس مٽي وجهڻ لڳا. پهريائين ته پوڙهي مسلمان کين روڪيو، پر جڏهن هڪ ٻن ماڻهن کيس چنبڙيو تڏهن پوڙهي بيوس ٿي دعا جي لاءِ هٿ کنيا.

ست سري اڪال! هر هر مهاديو!

جلديءَ سان انهن قبر کي مٽيءَ سان پوري ڇڏيو ۽ اٿي پيا. فقط پوڙهو انهيءَ قبر تي ويهي سورة فاتحه پڙهندو رهيو.

"سڀ تعريف واسطي الله جي. پروردگار عالمن کي بخشڻ وارو مالڪ آهي، روز جزا جو. تنهنجي عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد گهرون ٿا. ڏيکار اسان کي رستو صحيح

سڌو، رستو انهن شخصن جو، لعنت ڪئي آهي تو جن مٿان، سواءِ انهن جي، جن تي ڏمريو آهين ۽ نہ گمراهن جي. الحمد الله رب العالمين.“

ست سري اڪال، هر هر مهادیو.

هوا ۾ برڇيون چمڪيون ۽ هندي مسلمان جو جسم ڇڻي ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو.

سرندڙ جي زبان تي پهريون نالو، خدا جو نالو هو ۽ مارينديڙ جي زبان تي بہ خدا جو نالو هو ۽ جيڪڏهن مرندڙ ۽ مارينديڙ جي مٿان، تمام پري، مٿي، ڪو خدا هو تہ بيشڪ بيحد ستم ظريف هو.

سان اتان بہ وڃي پهتس. پر منهنجي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ مان هتان پهچي وڃان تہ ڪيڏانهن وڃان؟

ٻئي ڏينهن صبح جو اسانجي ڪيمپ ۾ اها خبر باهہ وانگي پکڙجي وئي تہ مسلمانن جو هڪ تمام وڏو قافلو پل تان لنگهندو، ٻنپهرن جي وقت. اٽڪل چاليهہ پنجاهہ هزار ماڻهو انهيءَ قافلي ۾ هوندا. اها خبر ٻڌي هندو ۽ سک نوجوانن جون واڇون ٽڙي پيون ۽ اهي حملي جي تيارين ۾ لڳي ويا. پر واري گهوٽائن کي بہ مدد لاءِ سڏيو ويو ۽ انتظام جلدي جلدي مڪمل ٿيڻ لڳا.

اهو تہ بلڪل طئي ٿيل هو تہ پل جو نگران انگريز آفيسر پوري قافلي کي هڪ ئي وقت لنگهي وڃڻ جو حڪم نہ ڏيندو، ڇو تہ وقت اڪيئي ورهائجي چڪو هو. پر ڪلاڪن لاءِ پل کي، راوي- پار کان ايندڙ هندو قافلن

Soorih Mirani

لاءِ ڪولي وينديون هئي ۽ ٻه ڪلاڪ هئان مسلمانن جي قافلي کي لنگهڻ لاءِ ڏنا ويا ٿي. اهڙيءَ طرح واري واري سان ٻنهي طرفن جا قافلا گذريا ٿي.

پر قافلا اڃا نه وڌا هئا جو سيٺين ٻنهي ٻن ڪلاڪن بدران ٽي لنگهي سگهيا. وري گهڻو ڪري قافلي جي پهرئين حصي ۾ بچاءَ جو انتظام به سنو هو، پر پڇاڙيءَ واري حصي ۾ بچاءَ جو انتظام نه هو. انهيءَ ڪري ٻنهي طرفن جي ماڻهن، انهن قافلن تي حملو ڪيو ٿي. انهن قافلي جي اڳئين حصي کي خيريت سان لنگهي وڃڻ ڏنو ٿي ۽ جڏهن انگريز آفيسر پل جي وچ ۾ بيهي هٿ جي اشاري سان قافلي کي روڪي ڇڏيو ٿي، تڏهن اڳيان ويندڙ پنهنجي حياتي جو خير گهري جلدي لنگهي ويا ٿي، پر پويان رهجي ويندڙ قافلي جي ماڻهن جي منهن جو پنو ٿي لهي ويو ٿي، جو ته سيني کي خبر هئي ته هاڻي پل ٻن ڪلاڪن کان پوءِ کلندي. بس حملو ڪندڙ ٻن ڪلاڪن کي غنيمت سمجهي باقي بچيل قافلي جي ڪمزور پاسن تي حملو ڪيو ٿي ۽ سوين انسانن کي ڦري لٽي، قتل، گهايل ڪري، ماري پڇي ويا ٿي. راويءَ جا ٻئي ڪنارا، پل جي هيٺ پير، توڙي هٿ پير، هندن، سکن ۽ مسلمانن جا لاشا ٿي لاشا پيل هئا.

منجهند جي مهل مان به پل کان اٽڪل هڪ ميل پري رستي جي پر سان بيهي، لنگهندڙ قافلي کي ڏسڻ لڳس. رستي جي ٻنهي پاسن کان هندن ۽ سکن جي ٽولن جا ٽولا بيٺا

هئا. ڪي ماڻهو خاموش هئا، ڪي ٽوليون ڪري رهيا هئا جيڪو جيترو ٻوڙهو هو، انهيءَ لوڙيون ٿي گاريون ڦاٽلي جي مسلمانن کي ڏنيون ٿي ۽ اهي ڪنڌ جهڪائي لنگهي پئي ويا. ھڙون ڪٿي، ٻارن کي ڪچھ ۾ ڪئي، مٿي تي ڪٿون ۽ ڪٿن تي سامان رکي، ڪمزورن کي سهارو ڏيندا، ٻارن کي چڙهون ڏيندا، پنهنجي ڏٺرن نهرن کي ھٿن ڪان جهلي، وڃي رهيا هئا. هڪ ڪمزور سنهڙي هندو ڇوڪر، پنهنجي پرسان لنگهندڙ هڪ مسلمان ڇوڪر تي ٽڪيو.

مسلمان ڇوڪر جو چهرو ڪاٺي ھڻي ويو. هو وڃ جهڙي ڦڙتيءَ سان ٽونشو ناهي رستي ڪان ٻاهر نڪري وارو ٿي هو تہ سندس ٻيءَ ڪيس جهلي ورتو، ۽ چڙهيندي ڪيس رستي تان هٽائي ٻي پاسي ڪيائين ۽ پوءِ هلندي هلندي هندو ڇوڪر ۽ انهن سان گڏ ٻيئل نوجوان هندن کي معذرت جي انداز ۾ چيائين، ”معاف ڪجو، ٻار آهي نہ!“

هندو ڇوڪرو جو ٻهرپائين تہ ٻپ ڪان پوپان هٽي ويو هو هاڻي شينهن جٽن وڏي اڳتي آيو ۽ پنهنجي سنهڙي ۽ ڪمزور آواز ۾ مسلمانن کي گاريون ڏيڻ لڳو. سندس ڇوڪرد ٻيئل ماڻهو انهيءَ بهادريءَ تي ڏاڍو خوش ٿي رهيا هئا!

هڪ ڪرزود هندو ڪڇيو، ”ڏسو تہ سهي پهنسان، هن وقت ساھ ٿو وڃين، ڇون ۾ تتاڪن ۽ هن ڪان اڳ اسانجي هندوستان ۾ سينو ڪولي ڪهندا هئا ۽ مسجد ٻي، اڳيان ڌرو ٻنڌ وڃائن سان گرم ٿي ويندا هئا ۽ هاڻي اسان گاريون ۾

ڏيون ٿا ته ڪمن نه چپ چاپ خاموشيءَ سان ھڏي ھليا
ويا وچن... ھنن جي ته.... (ڪار)."
ھڪدم رستي ھلندڙ ھڪ ڪروڙ مسلمان تي ھنجي نظر
پيئي ۽ اڏ ڪار ھنجي وات ۾ ئي رھجي ويئي. ھن حيرت
۽ خوشيءَ جي گاڏڙ جذبن کان متاثر ٿي رڙ ڪندي چيو،
"اوئي احمد يار!"
احمد يار پنھنجي مٿي تي ڪنيل ھڙ کي تورو مٿي ڪيو ۽
رستي جي پرسان ڏٺائين جتان آواز آيو ھو. پوءِ سڃاڻي
خوشيءَ وچان رڙ ڪيائين، "اوئي نٿو، سوئر دا پتر،
تون ڪٿي؟"
احمد يار ۽ نٿو ٻئي ڀاڪر پائي ملي رھيا ھئا ۽ روئي رھيا
ھئا. ٻئي پيو ته ٻئي ھڪ ئي ڳوٺ جا موچي ھئا. ننڍپڻ ۽
جوانيءَ جو ڪجھ حصو گڏ گذاريو ھئائون. پوءِ روزگار
جي ڳولا ۾ ھڪ موچي لاھور ھليو ويو ۽ ٻيو جلندر-
ھاڻي ورھين کان پوءِ ٻئي ڀاڪربن ملي رھيا ھئا ۽ روئي
رھيا ھئا.
نٿوءَ چيو، "تون مونسان منھنجي گھر ھلي رھه — ھنجي
پيئي کي.... جيڪو توڏانھن اک ڪٿي ڏسي."
"نه نٿو، مان ويندس، ضرور ويندس. ھاڻ نٿو رھي سگھان.
تنھنجي ڀائرن اسان کي ڏاڍو ستايو آھي."
احمد يار پنھنجي ڳوڏ ڪٿي پنھنجي ٻڪيءَ جو ڦٽ ڏيکاريو،
جنھن تي ھڪ پراڻي ميري پٽي ٻڌل ھئي. "اھا نه منھنجي
قسمت ھئي جو بچي ويس." احمد يار چيو، "پر ظالمن

مارڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي هئي.“

”منهنجو به اهو ئي حال اوڏانهن ٿيو. جوان پٽ رسڻ تي مارجي ويو.“

”ڪير ڪهسيٿو؟“ احمد يار افسوس ڪندي چوڻ لڳو، ”هاءِ هاءِ .... هي زماني کي ڇا ٿي ويو آهي، ٿتو وڃي وڃي ڇا ٿي ويو؟ اڙي اسان ته جلنڌر ۾ به جتيون ٺاهيندا هئاسين ۽ لاهور وڃي به جتيون ٺاهينداسين. پوءِ هي جهڳڙو ڪهڙي ڳالهه تي ٿيو آهي؟“

ٿتو جي سمجهه ۾ جڏهن ڪجهه به نه آيو ته مٿي تي هٿ گهمائي پنهنجي ڪيبرائي ڪنهي چوڻ لڳو، ”جماني جي هوا ئي ڪراب آهي، احمد يار!“

”چڱو سان هلان پيا....“ احمد يار جلديءَ ۾ چيو، ”نه ته قافلو نڪري ويندو.“

ٻئي دوست آخري ڀيرو هڪ ٻئي سان ڀاڪر پائي مليا. جڏهن احمد يار اکيتي نڪري ويو تڏهن پويان ٿتو زور سان چيو، ”چڪ بختيار خان جي چاچا عبدالغنيءَ کي منهنجا سلام چئج.“

پري کان ”چڱو چڱو“ چئي احمد يار قافلي ۾ گم ٿي ويو.

جڏهن ٿتو پنهنجي دوست سان ڳالهيون ڪري وريو تڏهن آس پاس جا سڀ هندو کيس گهوري ڏسي رهيا هئا، ڄڻ ڦٽ لعنت ڪري رهيا هجن. ٿتو جي چهري تي شرمندگيءَ واري مشڪ آئي. هن پنهنجي بچاءَ ۾ ڪجهه

ڇـوڻ چاهيو پر ڇين ۽ ڪجهه پئي پئي ڪري رهجي ويو ۽ جلدي ئي سان پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري اتان کسڪي ويو.

انهيءَ وقت نه ڄاڻان منهنجي دل ۾ ڇا آيو جو مان اوچتو قدم وڌائي قافلي اندر گهڙي پيس ۽ مسلمانن سان گڏ هلڻ لڳس. فقط هڪ ماڻهو مونکي گهوري ڏٺو ۽ چيائين ”تون هتي ڪيئن؟“

مون بيڌڙڪ جواب ڏنو، ”هيستائين هندو ٻنجي آيو هوس، هاڻي پنهنجي وطن وڃان ٿو — پاڪستان.“

”الحمد الله.“ انهيءَ مسلمان مشڪي چيو. سندس شڪ دور ٿي ويو ۽ جيڪڏهن نه به ٿئي ها ته مونکي ڪا پرواه ڪانه هئي. مان ڏاڍي دليريءَ سان ٻن سؤ والن جي فاصلي تائين يعني پل تائين وڃي سگهيس ٿي. پل تائين ته مونکي ڪنهن قسم جو ڊپ نه هو. قافلي جي ٻنهي پاسن کان پل تائين هندو ۽ سک بيٺل هئا. پل تي انگريزن جي فوج هئي. پر پل تائين ته هر هندو شينهن هو ۽ هڪ لک مسلمانن کان به طاقتور هو، انهيءَ ڪري مان بيڌپو ٿي قافلي ۾ انهن ماڻهن سان گڏ هلڻ لڳس.

مون پنهنجي برسان ڪاهي پاسي هڪ اڇي ڏاڙهيءَ واري پوڙهي کان پڇيو، ”چاچا، تون ڪٿان ٿو اچين؟“

”موربندي کان ٿو اچان، پٽ!“

”تنهنجي ٻار ٻچا ڪٿي آهن چاچا؟“

پوڙهي وراڻيو، ”قبر ۾!“

مان چپ ٿي ويس. پڊي جي چهري تي هڪ رنگ آيو
ٿي ٻيو ويو ٿي. نيٺ ڏاڍي مشڪل سان پنهنجي جذبات
تي قابو پائي چوڻ لڳو، "مورينڊي جي سکن منهنجون
ٽي ڌيئرون ٻاهر رکي ڇڏيون ۽ منهنجا ٽي پٽ قتل ڪري
ڇڏيا. جيڪڏهن اهي مونکي ۽ منهنجي پڊي زال کي به
ماري ڇڏين ها ته اسان ٻنهي تي احسان ڪن ها!"

پڊي جي سنهڙي ۽ ڪمزور زال پنهنجي وڪريل اکين وارن
سان، گڏ هلي رهي هئي. هن عجيب مشڪ سان پنهنجي
مڙس ڏانهن ڏٺو ۽ چپن تي آڱر رکي چوائين، "هش، گوڙ
نه ڪريو، منهنجو پٽ جاڳي پوندو!"

"پٽ؟" مون پڇيو.

"ها،" هوءَ مون ڏانهن جهڪي رازداريءَ واري لهجي ۾
چوڻ لڳي، "مان پيٽ سان آهيان نه - پيٽ سان - منهنجي
پيٽ ۾ منهنجو پٽ آهي!"

هڪدم هوءَ مونکان پري هٽي سڌي ٿي بيهي رهي ۽ زور
زور سان پنهنجي پيٽ تي هٿ هڻي چوڻ لڳي، "مان
پيٽ سان آهيان - مان پيٽ سان آهيان - مان پيٽ سان
آهيان...."

سندس ٿڪل جون رڙيون مونکان برداشت نٿي ٿي سگهيون،
پر مان اتي بيٺو ئي رهيس. پڊو مسلمان پنهنجي چري زال
کي گهليندو اڳتي وڌي ويو.

هاڻي مان وري قافلي سان گڏ هلڻ لڳس. نه ڄاڻان منهنجي
من ۾ ڪهڙي ڳالهه هئي؟ مون ڇا ٿي چاهيو؟ مان ڇيو

ٿي قافلي وارن سان گڏ هلي رهيو هو س؟ مونکي خود خبر نه هئي پر مونکان انهيءَ قافلي کان الڳ رهيو ٿي نٿي ٿيو، هاڻي مونسان گڏ خوشحال ۽ مهذب مسلمانن جو هڪ خاندان هلي رهيو هو. صورت شڪل کان، عادت کان گفتگو کان، چال کان، اهي پڙهيل لکيل ۽ چڱا ماڻهو ٿي لڳا. انهن جا ڪپڙا جيتوڻيڪ ميرا هئا، پر اعليٰ قسم جا هئا. فراڪ پاتل اٺن ڏهن ورهين جون ٻه ڇوڪريون هيون، هڪ چوڏهن ورهين جو ڇوڪر هو، جنهنجي چهري تي ڏاڙهي مڇن جي ريه، ايريل نظر آئي ٿي. ڇوڪر کي نيري ڏريءَ سان شرٽ ۽ بلو بليڪ رنگ جي نڪر پاتل هئي هو پنهنجين ٻنهي ڀيڻن کي سنڀاليندو هلي رهيو هو. سندس پيءُ پنهنجي زال جو هٿ جهلي هلي رهيو هو، جنهنکي برقعو پاتل هو.

انهيءَ مسلمان مون ڏانهن ڏسي خوشيءَ وچان مشڪي چيو، "خدا جو شڪر آهي جو هاڻي اسان پاڪستان تائين اچي پهتا آهيون!"

"ر... ي تي نه خير رهيو؟" مون پڇيو.

"پاڪ پروردگار جا لک لک شڪرانا آهن، اسانجو ڪو به جاني نقصان ڪونه ٿيو. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اسان پاڪستان ۾ هونداسين.... هو سامهون رهيو، اسانجو نئون وطن!"

هڪ عجيب فرور ۽ مسرت سان سيني جا ڇهرا مونکي سرشار ۽ مسرور نظر آيا، جي سندن چهرن تي انڊلٺ جا

سڀ رنگ ڦهلجي ويا هجن! انهن سيني جا قدم پائمراد و پل ڏانهن وڌندي اڳي کان تيز ٿيندا ويا.
مون پنهنجي چال ڍري ڪري ڇڏي. اهي اڳتي وڌي ويا.
هاڻي مونسان گڏ هڪ ڇوڪري هلي رهي هئي ۽ هڪدم مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ انهيءَ سموري قافلي ۾ هوءَ ۽ مون واڳي اڪيلي آهي. مون سندس چهري ڏانهن غور سان ڏٺو ۽ چيم، ”تون هندو آهين نه؟“
منهنجي ڳالهه ٻڌي هوءَ ڏڇي ويئي ۽ آهستي آهستي هلڻ لڳي. هن منهنجي ڳالهه جو ڪو جواب ڪونه ڏنو، پر سندس چهري جي بدلجندڙ جذبن مان پروڙي ويس ته منهنجو تير نشاني تي ٺيڪ لڳو آهي.
پورو پنو قد، سونهري وار، سونهري ڳل، سونهري ڪاڏي، گلابي سنهڙا چپ، لچڪندڙ چيلهه، آڏيل ڇاتي، چال ۾ غرور، ۽ حسن ۾ مضبوطي ۽ بي نيازي، ڪنن ۾ لڏندڙ والا، اکين جون پتليون هڪ دردناڪ خواب ۾ گرفتار.
”تون ڪير آهين؟“
”مان پاروتي آهيان.“
”ڪٿان پئي اچين؟“
”چيمه ڪلان کان.“
”ڪيڏانهن ٿي وڃين؟“
”پاڪستان!“
”پاروتي تون پاڪستان ڇو ٿي وڃين؟“
”اهو منهنجي محبوب جو وطن آهي.“

”تنهنجو محبوب؟“

”ها هو منهنجي ڳوٺ جو هو. امتياز سندس نالو هو. سندس پيءُ اسانجي ڳوٺ جو هڪ وڏو زميندار هو ۽ ڪٽر مسلم ليگي هو ۽ منهنجو پيءُ ڳوٺ جو سڀ کان وڏو سيٺ هو ۽ ڪٽر آريه سماجي هو. پر امتياز مونسان پيار ڪندو هو ۽ مان کيس چاهيندي هيس ۽ اسان ٻئي ڪاليج ۾ گڏ پڙهندا هئاسين ايم. اي ۾....

”پاڪستان بنجڻ تي امتياز جا ماءُ پيءُ پنهنجي سموري ڪٽنب کي وٺي هوائي جهاز رستي لاهور هليا ويا، پر امتياز نه ويو. سندس ماءُ پيءُ کيس گهڻوئي سمجهايو، پر هن نه مڃيو. هن پنهنجي پيارو لاءِ، پنهنجي پياري وطن کي ڇڏي ڏنو ڇو ته مون سان شاديءَ جو وعدو ڪيو هو.“

”پوءِ؟“

ڪنڌ هيٺ ڪري خاموشيءَ سان هوءَ دير تائين هلندي رهي، نيٺ آهستي چيائين: ”شاديءَ کان اڳ منهنجي پيءُ کيس قتل ڪرائي ڇڏيو! منهنجي امتياز کي هندو غنڊن کان قتل ڪرائي ڇڏيائين! امتياز، جنهن اسانتي ڀروسو ڪيو هو... منهنجو امتياز ڏاڍو خوبصورت جوان ۽ سمارٽ (Samrt) هو، پر هو اڪيلو هو ۽ هو ڏانهن تمام گهڻا. جڏهن مان اتي پهتيس تڏهن سندس لاش ڳجهون کائي رهيون هيون.“

اکين ۾ هڪ به ڳوڙهو نه هئس، چپن تي ڪا لرزش نه هئي، ڪنڌ ۾ ڪو جهڪاءُ نه هو....سڌي سروقد هلي رهي هئي، اها عجيب ڇوڪري.

”هون!“ مون سوچي سوچي چيو، ”امتياز ته مري ويو، هاڻي پاڪستان وڃي ڇا ڪنديئن؟“

”مان سندس ماءُ وٽ هنجي بيوه بڻجي رهنديس.“ پاروتي ڏاڍي فخر سان چيو.

مان حيرت وچان سندس چهري ڏانهن ڏسڻ لڳس.

هڪدم پل اچي ويئي.

پاروتي پل تي هڪ پير رکيو.

پاروتي تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟ موتي آهه، معصوم بيوقوف ڇوڪري! پيلا ڪنهن فقط هڪ تصور خاطر پنهنجو ديس تياڳيو آهي؟ عورت پنهنجي مڙس لاءِ مرندي آهي، ماءُ پنهنجي پٽ لاءِ جان ڏيندي آهي، ڀيڻ پنهنجي ڀاءُ تي قربان ٿيندي آهي، اهي سڀئي سچ ۾ اينڊڙ رشتا ۽ مائٽيون آهن، رت ۽ جسم جا رشتا آهن پر تو ته ڪنهن سان ڪو اهڙو رشتو نه ڳنڍيو، تو ته امتياز سان شادي به نه ڪئي، تون ته هنجي بيوه به ناهين، تنهنجي ڪک ۾ هنجو ٻار به ته نه آهي، تون هنجي خاندان، ملڪ ۽ مذهب جي به ناهين، پوءِ اسان سڀني کي ڇڏي تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟ پنهنجي تصور جي ڏور ۾ ٻڌجي ڪهڙي منزل ڏانهن رواني ٿي ٿئين؟ پڳلي! پيلا هن دنيا ۾ ڪو پيار جي لاءِ به هيئن مرندو آهي؟ ماڻهو مرندا آهن پئسن لاءِ، عورت جي جسم لاءِ، شهرت لاءِ، دولت لاءِ، طاقت لاءِ، ملڪ لاءِ، مذهب لاءِ، آخرت لاءِ، پر رڳو هڪ تصور ڪٿي مرڻ ۽ ساري زندگي ڪنهنجي ياد ۾ هڪ اجنبي ماحول ۾ گذاري ڇڏڻ! ڪجهه سوچ ته سهي

پاروتي، اها ڪيڏي نه احمقاڻي ڳالهه آهي! واپس اچ! چنڊ جهڙي مکڙي واري پاروتي، پنهنجي انهيءَ سوگوار پر گل جڻ مهڪندڙ شاداب حُسن ڏي ڏس! ڏسندڙن جي هندو نظرن تي رحم ڪر ۽ موٽي اچ. پوءِ اسان آهستي آهستي تنهنجي دل مان امتياز جي ياد کي وسارائي ڇڏينداسون. اسان، جي تنهنجي ئي ڌرم وارا آهيون، تنهنجي ملڪ ۽ مذهب وارا آهيون، تنهنجي سوسائٽي ۽ سماج وارا آهيون- اسان، جي نيڪي ۽ بدي جي آخري پرک وارا آهيون- اسان آهستي آهستي توکي پنهنجي ڄاتل سڃاتل ماحول جي گهيري ۾ وٺي اينداسين. آهستي آهستي مٺي سيڪ سان، نرم دٻاءَ سان، دم دلاسي سان، توکي اسان رستي تي وٺي اينداسين. اسان توکي انهيءَ ڪري تيار ڪري وٺنداسين، جو تون آهستي آهستي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳين، ڏسين مشڪڻ لڳين، مشڪي کلڻ لڳين.

آهستي آهستي، تمام آهستي آهستي اسان توکي ٻچڪاري انهيءَ پوتر باهه جي پرسان وٺي اينداسين، جنهن جي چوڌاري ست ڦيرا ڪرائي تون بلڪل ڪنهن ٻئي اجنبي جي ٿي ويندينءَ، ۽ انهيءَ سان گڏ ڏوليءَ ۾ ويهي خوش ۽ خرم پنهنجي ساهري گهر هلي ويندينءَ. اسان ائين ئي ڪيو آهي، هزارين سالن کان اسان ائين ئي ڪيو آهي .... اسان کان بهتر محبت کي دفنائيندڙ توکي ڪٿي به نه ملندا!

"موٽي آءُ، پاروتي ....واپس آءُ."

پر پاروتي پويان مڙي هڪ ڀيرو به مون ڏانهن نه ڏٺو. هوءَ

سڌي پل تان لنگهندي هلي وئي. سروقد ۽ پُرغرور ۽ جڏهن هوءَ اڌ پل پار ڪري وئي تڏهن هڪدم انگريز آفيسر اڳتي وڌي پل جي وچ ۾ بيهي رستو روڪي ڇڏيو.

## ٩

جيڪي پل جي پرئين پاسي هليا ويا هئا اهي ڏاڍا خوش هئا. جيڪي هيڏانهن رهجي ويا هئا، اهي خوف کان ڏڪيا پئي ۽ گهڙي گهڙي هيڏانهن هوڏانهن پنهنجي اڳيان پوئيان ڏٺائون ٿي. انهيءَ خوشحال مسلمان گهراڻي جو ڇوڪرو پنهنجي ننڍي ڀيڻ کي وٺي پرئين طرف هليو ويو هو، پر ٺيڪ اُن وقت انگريز وچ ۾ اچي رستو روڪي ڇڏيو هو ۽ انهن ٻارن جو مسلمان پيءُ ۽ سندس ماءُ هيڏانهن رهجي ويا هئا. مسلمان پيءُ ڏاڍو ليلايو، "اڙي ڏسو، منهنجا ٻار هوڏانهن آهن، بس مونکي ۽ منهنجي زال کي لنگهڻ ڏيو. پليز ڪمانڊر صاحب!"

پر انگريز آفيسر نه مڃيو. لاچار ٿي زال مڙس پل جي هڪ پاسي لڳي بيهي رهيا ۽ پنهنجي ٻارن ڏانهن حسرت ڀري نگاهن سان ڏسڻ لڳا. پر انگريز آفيسر کين پل تي به بيهڻ

نه ڏنو. هاڻي پرئين پاسي کان هندن جو قافلو اچڻ وارو هو، انهيءَ ڪري هن انهن مهاجرن کان پل خالي ڪرائي کين پويان ڌڪي ڇڏيو. ٻئي زال مڙس ٻين مهاجرن سان گڏ پل جي ٻاهران رستي جي هڪ طرف ويهي رهيا. انهيءَ شريف مسلمان گهڙيءَ گهڙيءَ پير زمين تي هنيو ٿي ۽ چيائين ٿي ”ڪيڏي نه حماقت آهي؟ ڪيڏي نه حماقت آهي.... هڪ خاندان کي هيئن هٿ جي اشاري سان ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏڻ. جيڪڏهن هو فوجي آفيسر اسان ٻنهي کي وڃڻ ڏي ها ته سندس ڪهڙو نقصان ٿئي ها.“

سندس زال کيس سمجهائڻ لڳي، ”صبر ڪريو. هاڻي ٻن ڪلاڪن بعد وري اها پل اسانجي لاءِ کلندي!“

آٿت ته هن پنهنجي مڙس کي ڏني ٿي پر ٻنهي جون دليون پنهنجي ٻارن لاءِ ٻاٽل هيون ۽ هنن کڙيون مٿي ڪري پل جي هن پار ڏٺو ٿي، جتي سندس ٻار ويٺا هئا.

هاڻي هُتان کان هندن جو قافلو اچي رهيو هو. پل تان هلندو قافلو رستي تي اچي پهتو. رستي جي پاسن کان مهاجر ويٺا هئا ۽ مٽيءَ ۾ لٿڙيل شرنارٿين کي تڪي رهيا هئا. شرنارٿي لنگهندا پئي ويا ۽ تباهه حال مهاجرن کي ڏسندا پئي ويا ۽ ٻنهي جي نگاهن ۾ هڪ ئي سوال هو ۽ هڪ ئي جواب هو. ڏسندي ڏسندي نگاهن جي اها وٽندڙ نفرت ڪنهن گهري جرم جي ڏوهه جي احساس کان ڪوري ٿي وئي ۽ ٻئي هڪ ٻئي کان نظرون چورائي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳا ٿي. ڇو ڪنهن به، انهيءَ ڪوڙي حقيقت جو

مقابلو ڪرڻ نٿي گهريو.
مان مهاجرن جي ٽوليءَ کان نڪري شرنارٿين جي قافلي ۾ اچي ويس. ۽ هاڻي انهن سان گڏ مخالف ڏس ڏانهن هلڻ لڳس، پر مونکي بلڪل احساس نه ٿيو ته مون کي پنهنجو طرف ڦرايو آهي. ائين ڄاڻم ڄڻ مان اچا تائين انهي قافلي ۾ هلي رهيو آهيان!
ٿوريءَ دير کان پوءِ مونکي انهيءَ قافلي ۾ پنهنجي خاندان جا ڪيئن ڀاتي ملي ويا. ٻه سوٽ، هڪ چاچو، هڪ ڦقي ۽ ڪي پوڙهيون زالون ۽ اهي سڀئي منهنجي پيءُ جي لاش کي کڻي ٿي ڪنيو پئي آيا جو تازو پل جي هن طرف ميدان ۾ حملي ڪندڙن جو مقابلو ڪندي مارجي ويو!

# ۱۰

بابي جو لاش هڪ ڪنڊ ۾ ڪپڙي سان ڍڪيو رکيو هو. سڀئي روئي پئي چپ ٿي ويا هئا. زالون رات جي ماني پچائڻ ۾ مشغول هيون. اهڙن موقعن تي گهڻو ڪري ڳوٺ جي ٻين گهرن مان ماني اچي ويندي هئي، پر هي ته ڪئمپ هئي. هتي سڀن کي اچي پنهنجي لڳي هئي. ڪير ٿو

ڪنهنجي مدد ڪري؟ سڀ ئي ٻکيا اگهاڙا هئا. اڌو ڇڪيا وغيره جي انتظام ڪرڻ لاءِ ويو هو. مان هڪ چنل ڪ.ٽ جي ٻانهي جو سهارو وٺي ويٺو هوس، ته اتي ۾ ڪجهه هندو ۽ سک رضاڪار آيا. سندن اڳوڻ لاهور جو مشهور هندو پهلوان 'ٻلو' هو.

ٻلو هڪ اک سان ڪاڻو هو، ٻي ٻلي؛ جي اک جهڙي هئي. سڀئي کيس ٻلو چوندا هئا. ٻلو لاهوري گيٽ اندر مدي شاهه جي آکاڙي ۾ هندو پهلوانن جو هڪ ٽولو تيار ڪيو هو ۽ هندو رئيسن جي چوڻ تي اهي فرقيوارانه فساد ۾ هندن طرفان وڙهندا هئا. ٻلو ٻه-ٽي دفعا لاهور ۾ مونکان ٻه چندو گهرڻ آيو هو، پر مون ڪڏهن نه ڏنو. انهيءَ ڪري ٻلو انهيءَ وقت جو مونکي ڏٺو ته سندس غرور واري لهجي ۾ هڪ عجيب نفرت جي جهلڪ ظاهر ٿي.

ٻلو چيو، "هاڻي ٿوري دير ۾ اسان مهاجرن تي حملو ڪرڻ وارا آهيون. شام ٿي ويئي آهي، ٽيون حصو قافلي جو لنگهي چڪو آهي، بس هاڻي ٻه ٻون حصو باقي وڃي رهيو آهي. هيءَ وقت حملي لاءِ بلڪل ٺيڪ آهي."

مون چيو، "حملو ڪريو ڪلي، مونکي ڇا آهي؟"

"ها! ها! توکي ڇا آهي؟" ٻلو کهري نوع ۾ چيو، "اهڙن بزدل هندن ٿي ته پاڪستان ٺهيو آهي. سندن ٻيءَ ٻه مري وڃي ته ٻه چوندا وٺن ته اسانکي ڇا آهي؟"

مان ڪٽ سان لڳي اوڪڙو ويٺو هوس. هڪدم غصي ۾ سنئون ٿي اچي ٻلو جي سامهون ٻيهي رهيس. ٻلو اطمينان

مان مون ڏانهن ڏسندي چيو، ”حملو ڪرڻ لاءِ اسان هر گهر مان هڪڙو مرد کڻي رهيا آهيون. اڌ ڪلاڪ ۾ راشن ڊيپو وٽ اچي وڃجان. ڀالن، نيزن، بندوقن، گهوڙن جو سڀ انتظام ٿي چڪو آهي!“

چؤطرف نگهون تاڻيل ۽ چڀندڙ نظرون مونکي گهوري رهيون هيون. مون ڏند ڪوڙي چيو، ”مان اچي ويندس!“ ڀلو ٽهڪ ڏنو ۽ هليو ويو.

سندس ٽهڪ مونکان برداشت نه ٿيو. مون انهيءَ وقت سندس پٺ ورتي. هر گهر مان، هر خاندان مان اسان هڪ ٻه ماڻهو ويندا وياسين. جئن جئن حملو ڪندڙن جو تعداد وڌندو ويو، لهجي جي سختي، نگاهن ۾ نفرت وڌندي وئي، هٿن جون آڱريون بي تاب ٿيڻ لڳيون. بي صبر ماڻهن جا چهرا ڦڙڪندا ويا. جڏهن اسان راشن ڊيپو وٽ پهتاسين ته اٽڪل پنج سؤ ماڻهن جو گوڙ شور ڪندڙ مجموعو موجود هو ۽ مسلمانن جي خلاف اشتعال انگيز نعرا لڳائي رهيو هو.

مان ٻه انهن سان گڏ وڃي رهيو هوس، پر مونکي ائين محسوس ٿيو ٿي ڄڻ مان ننڊ ۾ خواب ڏسي رهيو هجان؛ منهنجي چوڌاري جيترا به انسان هئا، ڪنهن ڀيانڪ خواب جا پاڇا معلوم ٿي ٿيا. راشن ڊيپو جي پرسان هندو نوجوان نيزا ۽ ڀالا ورهائي رهيا هئا. بندوقون فقط خاص ماڻهن کي ڏنيون ٿي ويون. ڪنهن منهنجي هٿ ۾ هڪ نيزو ڏيئي ڇڏيو ۽ مون جهلي ورتو. ڪنهن چيو، ”اهو تنهنجو گهوڙو آهي.“ مان گهوڙي تي نيزو کڻي سوار ٿي ويس.

اسان 'ڍڪي موڙ' تي وڃي، جتي ٻڙ جو هڪ وڏو وڻ آهي، مسلمانن جي قافلي تي حملو ڪيو. 'ست سري اڪال' ۽ 'هر هر مهاديو' جي نعرن سان گڏ فضا ۾ مهاجرن جون رڙيون بلند ٿيون. مهاجرن جي قافلي جا ماڻهو رستو ڇڏي وارياسي ميدان ڏانهن ڀڄڻ لڳا. ڪجهه نوجوان مسلمان ڏاڍي بهادري ۽ همت سان 'الله اڪبر' جا نعرا هڻندي مقابلو ڪرڻ لڳا. پر حملو ڪندڙن 'ڍڪي جي موڙ' تي رستو روڪي مهاجرن کي رستي تان ڀڄائي 'ڍڪي' جي مشهور وارياسي ميدان جي گهيري ۾ آڻي ورتو، جتي هن کان اڳ سوين مسلمانن کي ڪُٺو ويو هو.

منهنجي سامهون چؤطرف ڄڻ مشعلون ٻري رهيون هيون ۽ چوگرد گهمسان جي ويڙهه پئي ٿي ۽ مان نيزو کڻي گهوڙو ڊوڙائيندي هيڏانهن هوڏانهن شڪار جي ڳولا ۾ ڦريس ٿي. منهنجي اکين سامهون هڪ ٻڍو مسلمان هڪ ننڍڙي ٻار کي سيني سان اَٽڪائي ڀڄندو پئي ويو. هُن جي ميري گدلي ڪنجيءَ هر هنڌان ڦاٽل هئي. ڪيس سليٽي رنگ جي هڪ ميري گوڏ ٻڌل هئي. هو ڀڄندو وڃي رهيو هو ۽ پويان نهاريندو ٿي رهيو. ٻار ڊپ وچان رڙيون ڪري رهيو هو. سندس ٻئي ننڍڙا پتڪڙا هٿ انهيءَ ٻڍي جي ڳچيءَ ۾ قابو هئا. ڀڄندي ڀڄندي اهو مسلمان ٿاٻڙيو ۽ سندس هڙ زمين تي ڪري پيئي ۽ جڏهن هو کڻڻ لاءِ موٽيو ته مون تيزيءَ سان گهوڙو ڊوڙائي نيزو سندس ڇاتي تي رکي ڇڏيو.

ٻڍڙي هڻ اٿيني زمين تي ڇڏي ڏني، سندس هٿ ٽورو پنهنجي ڇاتيءَ کان مٿي کڻيو ۽ مون ڏانهن نمائين اکين سان ڏسي پنهنجي هٿ کي انڪار جي انداز ۾ ٽورو لوڏيندي چيو:

"نه! نه! پٽ نه، مونکي نه مار!"

بس انهيءَ پل جي تصوير ئي هميشه لاءِ منهنجي ذهن ۾ گهمندي آهي. انهيءَ ٻڍي جو منهن خوف کان ڪليل هو ۽ مٿي ڪنيل هٿ ڊپ ۽ التجا کان ڏڪي رهيو هو ۽ قاتل ڪنجيءَ سان سندس ڇاتي نظر اچي رهي هئي. جتي منهنجو نيزو سندس ڇاتيءَ سان لڳو هو، اتي اڇا اڇا وار هئا، ڏاڍا جهڄندڙ اڇا وار، جهڙا بابي جي سيني تي هئا ۽ انهيءَ ٻڍي جا ڀرون به اڇا هئا، جهڙا بابي جا هئا ۽ جنهن نرمي ۽ شفقت ۽ التجا سان هن مونکي چيو، "نه! نه! پٽ نه. مونکي نه مار." انهيءَ لهجي ۾ به مونکي پنهنجو پيءُ ياد اچي ويو ۽ هڪدم منهنجي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا ۽ مان سندس ڇاتيءَ تان نيزو هٽائڻ وارو ئي هوس ته منهنجي پويان هڪ کهرو آواز آيو، "او ڪتا، ڪافرن جا اولاد، تون ڇا وڙهندين. مري تي غدار!" ۽ ائين چوندي بلو پنهنجي ڪاري گهوڙي تي سوار ٿي پهچندو آيو ۽ ٻلم سان انهيءَ ٻڍي مسلمان جي ڇاتي چيري اڳتي هليو ويو....

مون انهيءَ ٻڍي مسلمان کي ڪاري گهوڙي جي پيرن ۾ ڪرندي ڏٺو ۽ سندس ننڍي ٻار کي لتاڙي هڪ ننڍي کڏ ۾ ڪرندي ڏٺو. پوءِ سوين حملو ڪندڙن جا قدم انهيءَ

زمين جي ڇاتيءَ کي لتاڙيندا رهيا ۽ اوچتو منهنجي اکين ۾ اهڙا گهوڙا پرڀرو آيا هئا جو مان اکيان ڪجهه ڏسي نه سگهيس. گهوڙي ٽپي ويئي ويئي منهنجو سارو بدن ڏکڻ لڳو ۽ منهنجي ذهن، جسم ۽ روح ۾ هڪ اهڙي قسم جي ڇهڙي ڪراهت جو احساس وڌندو ويو.

اوچتو مون هٿ ۾ جهليل نيزو زور سان پري اڇلايو ۽ گهوڙو ڊوڙائي انهيءَ مقتل مان سر جهڪائي ٻاهر نڪري آيس.

ٻڌو اٿم ته ڇهن ڇهن ڪلاڪن ڪان پوءِ ملٽريءَ جو جٿو اتي پهتو، پر تيستائين حملو ڪندڙ پنهنجو ڪم لاهي پڇي ويا هئا ۽ 'ڊڪي' جي ميدان ۾ هزارين مسلمان قتل ٿي چڪا هئا!

## ١١

انهيءَ رات مونکي بلڪل ننڊ نه آئي. ننڊ آئي ٿي ته گل پل لاءِ ۽ انهن ڪجهه لمحن ۾ ڪڏهن پنهنجي پيءُ جو چهرو ڏٺم ٿي، ڪڏهن انهيءَ پڙي مسلمان جي ڇاتي بلم سان چيريل، ۽ هڪ جهٽڪي سان ڇرڪ ڀريم ٿي ۽ ننڊ

اڏامي ٿي ويٺي. پوءِ دير تائين پاسا ورائڻ کان پوءِ غنودگي ۽ خمار جو هڪ وهڪرو آيو، جا ٿو ڏسان ته شادان مٿي جا وار کولي سرن جي جهنگل ڏانهن رڙيون ڪندي ڊوڙي وڃي رهي آهي ۽ سرن جي جهنگل ۾ باهه لڳي آهي. پوءِ اک کلي پيئي. دير تائين پاسا ورائيندي جڏهن رات جو ٽيون پهر گذري ويو ۽ اڃا به ننڊ آئي ته ڪوڙها ٽڏهن مان زمين تان اٿيس ۽ ٻاهر هليو ويس.

اڃا پرهه به نه ڦٽي هئي، چوطرف گهري اونداهي هئي. فقط آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ جدا ڪندڙ هڪ اڇي روشني ظاهر ٿي چڪي هئي جنهن اندر صبح جو ڏس ڏنو ٿي. مان انهيءَ روشنيءَ کي ڏسندو ڪئمپ مان ٻاهر نڪري آيس. آهستي آهستي منهنجا قدم درياءَ ڪنڌيءَ جي ميدان ڏانهن وڌڻ لڳا. مون وري نٿي چاهيو پر ڪا طاقت هئي جا مونکي اوڏانهن ڇڪي رهي هئي....

هلندي هلندي اونداهه گهٽ ٿيڻ لڳي. روشني ٿي ته هئي پر وڏيڪ ڏنڊليون ۽ گهٽ ڏنڊلين شين ۾ تفاوت وڌندو وڃي رهيو هو. معلوم ٿيو ٿي ته هتي ڪا ڪڻ آهي، هتي ڪاهي آهي، اها اتاهين چولي هوندي، اهو وڻن جو جهڳٽو هوندو، انهن جا پکڙيل پاڇا ڇڻ ساهه روڪي روشنيءَ جو انتظار ڪري رهيا آهن. منهنجي پيرن مان هڪ سهو ٻڇي وني يڪو ۽ پري پٽ ۾ وڃي گم ٿي ويو.... پل پرلاءِ مان ڇرڪي بيهي رهيس ۽ پوءِ جڏهن هوش آيم ته اڳتي وڌڻلو ويس. سامهون موڙ تي ٻڙ جو وڻ هو، گهاٽو، اٺاهه اونده

اونداهه.... ڇڄ اُهي اونده، جو ڪو ڇيڙو نه هجي....
موڙ مٿي، ٻڙ جي وڻ ڪان اڳتي وڌيس ته سامهون ٻڪي
جو ميدان نظر آيو.... ڪٿي پهريدار پهرو ڏيئي
رهيا هئا....
’هاڻي آيو آهين، انهيءَ وقت ڪٿي هئين جڏهن زندگيءَ
توکي روئي روئي پڪاري رهي هئي.‘ ميدان ڇڄ مونکي
چئي رهيو هو.
سپاهي مونکي للڪاريو، ”هالٽ!“
مان بيهي رهيس.
سپاهي منهنجي ويجهو اچي مونکي غور سان ڏٺو ۽ کهري
لهجي ۾ پڇڻ لڳو، ”ڪير آهين؟“
”هندو آهيان!“
”هتي ڇو آيو آهين؟“
منهنجي واتان بي اختيار نڪتو. ”منهنجي بندوق هتي
رهجي ويئي آهي، اها کڻڻ آيو آهيان.“
سپاهي جي ڇهري تي هلڪي مشڪ ظاهر ٿي. هن پنهنجي
مٿي کي لوڏو ڏيئي چيو، ”وڃي کولي وٺ....“
مان ٻڪي جي ميدان ۾ گهڙي ويس.
منهنجي چوطرف لاشائي لاشا پيل هئا: ڪراڙن جا لاش،
جوانن جا لاش، عورتن جا لاش، ٻارن جا لاش، آبتا لاش،
صبتا لاش، اوڪڙون لاش، لاش، جن جا ڏڪ آڳهاڙا هئا، جن
جا هٿ سينجي ويا هئا، لاش، جن جون اکيون ٻنيل هيون،
لاش، جن جون اکيون پوريل هيون، لاش، جن جي هٿ ۾

ڪير جي بوتل هئي. لاش، جهڙي زندگيءَ جو سارو زهر پي ويا هئا ۽ هاڻي هميشه لاءِ سمهي پيا هئا.

پري ڪٿي ڪو ٻار روئي رهيو هو.

منهنجا قدم بي اختيار انهيءَ ٻار جي آواز ڏانهن وڌي ويا. ڪرندو، جهرندو، ٿڙندو ۽ ٿاٻڙندو، لاشن مٿان لنگهندو، ڪنهنجي پير ۽ ڪنهنجي مٿي تي قدم رکندو جڏهن مان انهيءَ آواز جي ويجهو پهتس ته ڇا ٿو ڏسان جو چوگرد لاشن جو انبار لڳل آهي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ ٻار پنهنجا ٻئي هٿ اکين تي رکي روئي رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي:

”بابا... بابا... مونکي بک لڳي آهي... بابا... بابا!“

ڏٺم ٻار جي ڀرسان مٿو پيو هو ۽ سندس اڇن وارن واري ڇاتيءَ ۾ ڀلم جو گهرو زخم هو. هڪ اونهو، گهرو ۽ ڪارو زخم... ۽ زخم جي چوگرد ڇاتيءَ تي انسان جي نفرت وانگي ڄمي ويو هو.

ٿوري دير تائين چپ چاپ بيٺو رهيس ۽ روئندڙ ٻار کي خاموشي سان ڏسندو رهيس ۽ ٻار روئندي روئندي مونکي ڏسندو رهيو پوءِ روئندي روئندي چپ ٿي ويو ۽ هاڻي اسان ٻئي چپ چاپ هڪ ٻئي کي ڏسي رهيا هئاسين. اجنبي، اڻواقف، ويڳاڻا، لاشن جي وچ ۾ وڃايل، ۽ اسانجي وچ ۾ ڪيڏا نه ڊگها فاصلا هئا، ڪيڏا نه گهرا سمنڊ هئا، ڪيڏيون نه اوچيون ڀتيون هيون، ۽ اسان هڪ ٻئي ڏانهن هڪ اڻجاتل، سمجهه ۾ نه ايندڙ حيرت سان تڪي رهيا هئاسين..

ٻار مون ڏانهن ڏٺو، پوءِ پنهنجي آس پاس لاشن ڏانهن

ڏنائين. ۽ پوءِ جڏهن سندس نِنڊ ڙي سمجهه ۾ ڪجهه نه آيو تڏهن هو ڪنڌ جهڪائي پنهنجو ننڍڙو آڱوٺو پنهنجي وات ۾ وجهي، آهستي آهستي چوسڻ لڳو!

۽ وري جڏهن هن آڱوٺو چوسيندي چوسيندي ڪنڌ مٿي ڪئي هڪ پيرو موٽائهن جو معصوم نظرن سان ڏٺو، تہ جڻ ڪنهن منهنجي دل جي واڪلن کي ڇهي ڇڏيو. انهيءَ رات جي ماڻهار جو هر ذرو چئي اٿيو ۽ رڙيون ڪري فرياد ڪرڻ لڳو. ۽ ستن سمنڊن، ستن تهذيبن، ستن پتين ۽ ستن نفرتن کي ڊاهيندو ۽ ڪيرائيندو، انهيءَ ٻار جو بڪيو، روئندڙ ۽ بي قرار روح مون تائين هليو آيو ۽ اهڙي زور سان منهنجي دل سان چنبڙي پيو جڻ هميشہ کان انهيءَ جو حصو هجي ۽ منهنجا هٿ بي اختيار انهيءَ ٻار ڏانهن کڄي ويا. مون کيس لاشن جي انبار مان کڻي زور سان پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو ۽ روئي روئي سندس منهن چمڻ لڳس.

۽ جڏهن اهو مسلمان ٻار سڏڪا ڀريندو، مون سان چنبڙي ويو ۽ جڏهن سندس ننڍڙا پٽڪڙا پير منهنجي ڇاتيءَ تي ٺڙڻ لڳا، تڏهن مونکي ائين محسوس ٿيو جڻ منهنجي انتقام جي ساري آگ وسامي وئي هجي. منهنجي دل جو سارو ڏک متجي ويو هجي، منهنجي ساري نفرت ڌوپجي وئي هجي، منهنجي روح جو سورو ساڙ ۽ تلخي متجي وئي هجي. انهيءَ پل مونکي ائين لڳو جڻ مونکي منهنجو ٻار واپس ملي ويو هجي.

مان انهيءَ ٻار کي ڪٿي بيٺو رهيس ۽ چوطرف نهاريندو رهيس. ۽ منهنجي چوطرف لاشا ئي لاشا هئا.
۽ مون پنهنجو پاڻکان پڇيو: ڇا لاءِ اسان اوچي ڳاٽ سينو تاڻي هلندا آهيون؟ ۽ ڇا لاءِ اسان پنهنجي بدتر تهذيب جو پڙهو ڏيندا آهيون؟ ۽ ڇو اسان پنهنجو ڏوهه قبول ڪرڻ کان هٻڪون ٿا؟ اڙي هي نامڪمل ۽ بي طاقت تهذيبون پنهنجي دامن ۾ ڪيترن ڪهرين اونداهين کي لڪائي رکن ٿيون. هي هندو تهذيب ۽ مسلم تهذيب ۽ عيسائي تهذيب ۽ سک تهذيب. يورپي تهذيب ۽ ايشيائي تهذيب ۽ انهن ڇهڪندڙ تهذيبن اندر ڪيڏيون نه ڪهريون ڪاهيون، ڪهڙيون ڪهڙيون نه خوفناڪ اونداهيون لڪل آهن. پر اهي نٿا ٻڌائين. جيڪي رات ڏينهن انهن تهذيبن جو پڙهو ٿا ڏين، اهي نٿا ٻڌائين. ۽ جيڪي ڪجهه اهي ٻڌائين ٿا اهو تمام خوبصورت، پر شڪوهه ۽ شاندار هوندو آهي. ۽ جيڪڏهن ڪو جرئت ڪري انهيءَ تهذيب جي خوشنما قبا کي هٽائي ڏسڻ چاهيندو ته ڪيس غدار سمجهي قتل ڪيو ويندو آهي يا ڪيس پٺيءَ ۾ ڇرو هنيو ويندو آهي.
پر هاڻي مونکي ڪنهن جو ڊپ ناهي. انهن لاشن تان هلندي هلندي هڪدم مونکي محسوس ٿيو، ڄڻ هاڻي مونکي ڪنهنجو ڊپ نه رهيو هجي. ڄڻ تمام گهٽو اڪ، مون پنهنجو سر ڌڙ کان ڌار ڪري اڇلي ڇڏيو هجي. هاڻي مونکي شاهراهن جي ظلم تي حيرت نه ٿيندي. منهنجا ڪن انهيءَ آواز تي دوکو نه کائيندا، جو پنهنجي مخملي ڪوپري ۾

Soorih Mirani

زهريلو خنجر لڪائي رکندو آهي. هاڻي مان ڪنهنجا ڳناهه نه سنگهندس . انهن لاشن تان هلندي هلندي جڏهن مون پنهنجي سماج جي آدرش کي کوليو تڏهن منهنجي هٿن جي سموري واري وهي وئي. سڀ پيلا پن هوا ۾ اڏامي وڪري ويا ۽ مون انهيءَ مسلمان ٻار کي ڳلي لڳائي پنهنجي ٻرالي رسم ۽ رواج جي غليظ ڍير کي ٻاهر ڏئي ڇڏي. هلندي هلندي مونکي ائين محسوس ٿيو. ڄڻ هاڻي مان ڏاڍو مطمئن هجان ۽ منهنجو ڪير به ڪجهه بگاڙي نٿو سگهي، ڇو ته مان هڪ سربريده انسان آهيان جنهنکي فقط هڪ ساٿي پن جي تلاش آهي!

ميدان مان نڪتس ته سپاهي وري ٽوڪيو.

مون چيو، "مونکي بندوق نه ملي."

"ته تون هن ٻار کي ڇو کڻي آئين؟" سپاهي پڇيو. سندس لهجي ۾ ڪاوڙ ۽ سختي هئي، ڄڻ کيس منهنجي حرڪت پسند نه آئي هجي.

"هيءَ زنده آهي!" مون کيس چيو.

"زنده هجي يا مرده، توکي انهيءَ ٻار کڻڻ جو ڪو حق ناهي. هنکي آتيئي ڇڏي اچ."

"۽ مان هنکي مارڻ چاهيان ٿو." مون سپاهي کي اک هڻي چيو، "هي نانڪ جو ٻچو آهي، زنده ڇو رهي."

سپاهي جي چهري تي شڪ جا آثار ظاهر ٿيا ۽ پڇڻ لڳو، "تون واقعي هنکي ماري ڇڏيندين؟"

مون وراڻيو "اڙي، مان هنجي ٻولي ٻولي جدا ڪندس

Soorih Mirani

۽ انھي ٽڪون ڇيري درياھ ۾ لوڙھي ڇڏيندس." مون وري سپاھيءَ کي اک ھڻي.

سپاھي ٿورو مرڪيو ۽ ڪجھ دير رکي، چوڻ لڳو، "تہ تون ڀلي ڪٿي وڃ."

ھار زور زور سان روئڻ لڳو. مان ھار کي ڪلھي نکيون وکون ھلڻ لڳس. ھڪدم سپاھي پوئتان رڙ ڪري چيو، "ترس." پر مون ڪجھ بہ ڪين ٻڌو. مون پنھنجي رفتار تيز ڪري ڇڏي ۽ تکو تکو ڊوڙڻ لڳس. اوچتو ھڪ گولي ڇٽڻ جو آواز آيو ۽ گولي منھنجي پير کي ڇھندي، مٽي اڏائيندي لنگھي ويئي، پر مان ڊوڙندو رھيس ۽ ڊوڙندي ڊوڙندي ھڪ ڊڀ جي اوٽ ۾ لڪي پنھنجو زخم ڏسڻ لڳس، جنھن مان رت وھي رھيو ھو. راويءَ تي صبح ٿي ويو.

۽ مان درياھ جي ڪناري انھيءَ ھار کي ڪلھي سوچي رھيو ھوس:

ھاٿي تون ڪيڏانھن ويندين، ڀيج نات؟ ظلم ۽ ڏاڍ، نفرت ۽ تعصب جي جنھن طرف کان ڀڄي تون اتان آيو آھين، اھو تہ ھتي بہ موجود آھي. ۽ تون جو ھاٿي تھذيب جو غدار آھين سو تون انھن کان ڀڄي ڪيڏانھن ويندين؟ ۽ تون جو ھاٿي ھندستان جو رھين نہ پاڪستان جو، جڏھن تنھنجي لاءِ انھن ٻنھي ملڪن جون نفرتون اجنبي تي ڇڪيون آھن تہ پوءِ تون انھيءَ انسانيت کان خالي، ويران دنيا ۾ انھيءَ ھار کي ڪٽي پنھنجو اجھو اڏيندين؟ وساري ڇڏ انھن سڀني آدرشن ۽ تخيلي ڳالھين کي ۽ اچلينس انھيءَ ھار

Soorih Mirani

کي طوفان جي وھکري ۾، ۽ واپس ھليو وڃ پنھنجي گھر ۽ خاندان ۾. ھاڻي اھو ملڪ، تنھنجو ملڪ نہ آھي. ھاڻي ھيءَ ملڪ ئي تنھنجو ملڪ آھي!

ھاھ ڪيئن چوان تہ اھو ملڪ منھنجو ناھي، جنھنجي مٽيءَ جو ھڪ ھڪ ذرو منھنجي دل ۾ ھيري جيئن روشن آھي! ۽ ڪيئن چوان تہ فقط اھو ئي ملڪ منھنجو آھي، جتي منھنجا گھڻا احساس اجنبي آھن. مونکي تہ راويءَ جي پرئين پر ۽ اورئين پر ۾ ڪو فرق نٿو نظر اچي. درياءَ جي ٻنھي ڪنارن تي واريءَ جا ڍير آھن ۽ ٻنھي ڪنارن تي لاش پيا آھن ۽ وچ ۾ راويءَ جو اھو ئي پاڻي وھي رھيو آھي جو ھن ڌرتيءَ تي ھندن ۽ مسلمانن جي اچڻ کان اڳ بہ وھندو رھيو آھي.

۽ پوءِ منھنجي دل ۾ انھيءَ زماني جي ياد آئي جو اڃا آيو ناھي، پر اچڻ وارو آھي. جڏھن ھندستان ھوندي بہ ڪو ھندستان نہ ھوندو ۽ پاڪستان ھوندي بہ ڪو پاڪستان نہ ھوندو، ڪو ايران نہ ھوندو ۽ ڪو افغانستان نہ ھوندو، ڪو آمريڪا نہ ھوندو ۽ ڪو روس نہ ھوندو، ڪو چين نہ ھوندو ۽ ڪو جاپان نہ ھوندو، جڏھن ھي ساري ڌرتي، ھن دنيا جي سڀني انسانن لاءِ ھڪ ننڍڙي بستي بنجي ويندي، جنھن ۾ سڀ انسان پنھنجي پنھنجي گھرن ۾ رھندي، ھڪ ٻئي سان محبت ۽ الفت، دوستي، آزادي ۽ برابري جو ورتاءُ ڪندا، امن ۽ سک سان رھندا.

اڙي مان ائين ڇو ٿو سوچيان؟ ۽ اڙي ڇو نه سوچيان ته اهي جيئڻ پيا شريف ۽ مهذب ۽ متمدن عاقل ۽ فاضل انسان سوچيندا آهن؟ پنهنجن پنهنجن ملڪن، مذهبن، سماجي ادارن ۽ گروهه بندين ۾ ورهايل، رنگ، نسل، ملڪ ۽ قوم جي تفريق پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي سوچيندا آهن؟ نيٺ مونکي ڇا ٿيو آهي؟ ڇا ٿيو آهي؟ اها ڪهڙي مشڪل سامهون آهي جا منهنجي روح کي هر وقت بي چين ڪندي ٿي رهي، جا منهنجي ضمير کي بار بار چوي ٿي ته ڪو ڪجهه چوي، ڪو مڃي نه مڃي پر هڪ ڏينهن ضرور اهڙو ايندو، اهو ڏينهن اڄ اچي، سڀان اچي، سون سالن بعد اچي، هزارين سالن کان پوءِ اچي، پر جيڪڏهن انسان اشرف المخلوقات آهي، جيڪڏهن سندس زندگي جو ڪو مصرف آهي، جيڪڏهن سندس تهذيب جو ڪو مقصد آهي، جيڪڏهن سندس مستقبل جي ڪا معراج آهي ته اهو ڏينهن ضرور ايندو، جڏهن انسان پنهنجو سِر تريءَ تي رکي، پنهنجي سيني خامين سان وڙهندي، پنهنجي وحشي جبلتن کي قابو ۾ ڪندي، فطرت جي هر راز جو خواب ڇيري بلند ۽ بالا انسانيت جي درخشان منزل کي ڇهي ويندو!

اهو ڏينهن ضرور ايندو.

۽ انهيءَ ڏينهن جي انتظار ۾ مونکي زنده رهڻو پوندو ۽ انهيءَ پار کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڪيس به زنده رکڻو پوندو. ڦهلجندڙ اونداهيءَ ۾ پکڙجندڙ روشنيءَ کي

Soorih Mirani

ڏندن کان وٺي زنده رکيو ويندو. اولاد جي ڪرندڙ مٽيءَ جي ڍير مان روشنيءَ جي ڪرڻي کي ننهن سان کوٽي ڪڍيو ويندو ۽ کيس پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي رکيو ويندو. ماڻهو مونتي کلندا ۽ ٺڪون هڻندا ۽ نفرت وچان پنهنجو منهن ڦيري ڇڏيندا، پر مونکي اهو زهر پي انسان جي وقار جي مشعل کي پنهنجي سيني ۾ روشن ڪري پنهنجي منزل ڏانهن وڌڻو پوندو!

هار مون ڏانهن حيران نگاهن سان ڏسندي پڇيو، "تون تمر (ڪير) آهين؟"

مون چيو، "مان تنهنجو چاچو آهيان."

"چاچا؟" هار ٻڌندي ٻڌندي پڇيو، "تون مونکي ماني ڏيندين؟"

"ها، مان توکي ماني کارائيندس." مون کيس پرڀل ڳلي سان جواب ڏنو، "ماني جا اسان ٻنهي لاءِ ضروري آهي."

۽ پوءِ منهنجي چوطرف درياهه جي هين ڪناري کان هن ڪناري تائين روشني چمڪڻ لڳي. مون هار کي ٻنهي هٿن ۾ مٿي کنيو ۽ سندس ڳل چمي ورتا. سندس پيشاني چميم ۽ کيس پنهنجي ڪلهي تي وهاري اميد جي انهيءَ واديءَ ڏانهن هلندو ويس جتي سچ ڪڏهن به نٿو آلهي!

Soorih Mirani

● ناول 'غدار' ۾ زبردست طاقت آهي، بيپناهه قوت آهي. لفظ لفظ پنهنجي جاءِ تي معنيٰ سان ڀرپور آهي. منجهس ايڏو ته زور آهي جو پٿر جهڙا روڊ ۽ برف جهڙا سرد ذهن به ناول جي آتش آڌو رجي ميڻ ٿي ويندا. ڪو اهڙو پڙهندڙ نه ملندو جيڪو هن عظيم ناول جي اثر کان پاڻ ڪڍائي سگهندو. ناول 'غدار' پڙهڻ کانپوءِ هر ڪو سوچڻ تي مجبور ٿي پوندو ته هندستان ۽ پاڪستان جا عوام، جيڪي ماني ءَ جا محتاج، بي گهر، اگهاڙا ۽ بيمار آهن، تن جي دلين ۾ هڪٻئي لاءِ نفرت جو ٻج ڪنهن ڇٽيو آهي ۽ ڇو ڇٽيو آهي؟ ڇا ان نفرت سان ڏتڙيل انسانن جا مسئلا حل ٿي سگهندا؟ ڇا هڪٻئي لاءِ نفرت جا ڪورا سيني ۾ سانڍي ٻنهي ملڪن جا ماڻهو جيئرا رهي سگهندا ۽ پنهنجي شخصي آزادي ءَ سان گڏ پنهنجي پنهنجي ملڪ جي آزادي برقرار رکي سگهندا؟ ناول 'غدار' جي باري ۾ ڪرشن چندر لکيو آهي ته: هن ناول مان منهنجو مقصد ڇا آهي؟ نفرت؟ هرگز نه. مان پاڪستان جي آزادي ۽ سلامتي ءَ جو خواهشمند آهيان ته هندستان جي سلامتي ءَ جو پڻ. مان چاهيان ٿو ته ٻئي ملڪ جدا، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي آزاد ۽ خود مختيار رهن ۽ هڪ ٻئي جي ڀلائي چاهين، ته جيئن برصغير جي غريب ماڻهن جا مسئلا حل ٿي سگهن —

**امر جليل**





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي


Cell No: 0344 3919786
0300 3404488